# سچل

## هڪ نئين نظر

ليکڪ:

هاسارام. ڀي. شرما 'پيهگا'

سا وصول [illegible]جي روزي جو مرور ڪر سلام
پنهنجي وقت[illegible]اڙهه تون سر لڳائي چئو ڪلام
آهه اڙ ان[illegible]آسرو، معمول مدامي ۾ مدام
ماڻي حضور ۾ [illegible]چؤ لغهن ٿي تون ملواحد و سلام
اڙ ڪر ۾ شاهه[illegible]مرد عثمان علي ۾ حسين پاڪ
سار الدين ٿي سندس گولو، الله جو آهي اڪلام.
"سچل" ص-٤٣

Price: Rs. 3/35 — قيمت: ٣-٣٥ رپيا

# سورھ سنڌي ادب




## صاحب خان ·سورھ· ميراڻي

Cell No: 0344 3919786

0300 3404488

# سچل

ھڪ سنڌي شاعر:
سندس جيون ڪارنامن، ڪاوش، ڪلا ۽
تاثرات جو جائزو.

ليکڪ: هاسارام شرما "پيمڻ"

پهٽ هيٺ آنڊل:

الا اللھ اثبات ڪر، شارڪ ڇڏي شڪ،
آڪـــي انـــالحق، مسلماني ماڻ ٿون!
— بيدل

سچل جو اصل نسل: (ھلمت ـ سچاءُ، پوشاڪ ـ مذھب)

ملڪي حالتون : (مادياتي دور، سماجڪ، سياسي ۽ مذھبي حالات جي مدنظر)

رچنائون : (ڇنڊڇاڻ ـ اھميت ۽ خلاصو)

درجو : سندس دلن ۽ ان جو آئيندہ تي اثر

پيت : ھمعصر شاعـــرن سان پيت سندس درجو ۽ اھميت

ڇنڊڇاڻ ۽ آخرين راءِ

Copies 750 Price

(گجرات سرڪار جي مالي مدد سان ڇپايل)

# SACHAL - a Sindhi Poet

(His Life, Works, Philosophy and Fscts)

Published with the financial Aid of the
Govt. of Gujarat

Author & Publisher:
**Hassaram P. Sharma 'Piya'**

Preface: SHRI GANGARAM SAMRAT

Date of publishing: March 1983

Price: ] [Copies 750

Printed at the Gurdev Printing Press,
Kubernagar, Ahmedabad.



گجرات سرڪار جي آرٿڪ سھايتا سان ڇپايل

# سچل - ھڪ سنڌي شاعر

(سندس جيون، ڪارج ۽ ڌارڻائن جو جائزو)

ليک ۽ پرڪاشڪ: ھاسارام شرما "پيا"
بي ٣٢- وارشيا ڪالوني، ٻڙودا -٦.

مھاڳ: شري گنگارام سمراٽ

مارچ ١٩٨٣] مله: [ڪاپيون ٧٥٠

# مهاڳ !

صوفي مت، جنهن کي اسين صوفي مت چئون ٿا سو اصل ايران جي پيدائش آهي. جڏهين ايران جي پراچين مهان ڌرم تي اسلام مڙهجي ويو، تڏهين هنن پنهنجي پراچينتا کي اسلامي تلوار سان ٺهڪائڻ يا روح کي ڪا راحت بخشڻ لاءِ جهڙي طرح اسلامي روايتن کي رڱڻ جي ڪوشش ڪئي ان جو نتيجو صوفي مت ٿيو. مت انڪري ٿو چوان جو اهو به طرح اسلام مذهب جو هڪ جزو آهي. جتي اسلام سڌي تلوار سان صفائي ڪندو آهي. اتي صوفي حڪمت سان صفائي ڪندو آهي. نتيجو ٻنهي جو ساڳيو نه ته به گهڻو گهٽ وڌ ٿيندو آهي.

صدين جي وحشي حالن هيٺان ڪان پنهنجو ڌرم ڪسيو ڪونه پر ڪسڪايو ضرور. ڪانچ (ڪاچ) تي آنچ ڏيڻي گهاتڪ ٿيندي آهي. شريف آگر ڪٽڻ تي به ايمان محسوس ڪندو جڏهين ڪ شرير شرم ٿئي نه سمجهندو.

ڪجهه عرصو هندو ان طرح وحشي وهنوار سهڻ ڪانپوءِ دل ڪجهه شڪستو ٿيڻ لڳو. ڌرم ڪرم ڪسڪڻ لڳو. انسان پريشانين کي منهن ڏئي يا ڌرم جو پالن ڪري؟

ان ۾ ڪڏهين ڪڏهين ڪمزوري اچڻ لازمي آهي. پر ڪڏهن سان سمجهوتو ڪرڻو پوندو آهي.

اسلام جي وحشي حملن هندن کي شڪستون نه پر ڏاڍو وياڪل ڪيو. ان وياڪلتا جي وقت ۾ اسلام مذهب ڪجهه بدليل ويس ۾ هندن جي سامهون آيو جو هو صوفي مت. ڳالهه ساڳي هئي فقط تلوار جي ڌار مڙي ٿيل هئي. هندوءَ ان ۾ ڪجهه راحت محسوس ڪئي ۽ اسلام فقط ان وقت جو صوفي روپ سنڌي هندن لاءِ هڪ سهارو بڻيو. سچ ته جهڙي طرح سک. پنٿ پنجاب ڪانپوءِ فقط سنڌ ۾ ئي ڦهليل آهي ان ئي طرح اسلام (صوفي ويس ۾) به گهڻي ۾ گهڻو فقط سنڌ ۾ ئي ڦهليو آهي.

هندن کان اسلامي حملن ۾ ڌرم شاستر ڇڏائڻي ويا. کي پابنديون سمجهوتا پيو ڪجهه. ان ڪري صوفي مت اسلام جي طرفان ۽ هندو - مسلم ايڪتا جو اڳوان سڏ. مت ان ڪري سنڌ ۾ خاص ڦهليا، جو سنڌو جو هندو ڏاڍو پريشان هو. ان پريشانيءَ ۾ صوفي مت هندوءَ لاءِ ڪجهه سنتوش هو، گهٽ ۾ گهٽ خوني هوائيءَ ٿي هو غالب پئجي ويو. صوفي مت ڪهڙو نه هو، ان ۾ اندر - پنهان ڪجهه نه هو، پر هندوءَ لاءِ راحت هو.

ان دور ۾ جيڪي به سنڌي مسلمان شاعر ٿيا جن کي صوفي شاعر چيو ويندو آهي، انهي اول مسلمان

هئا ان بعد ٻيو ڪجهه. ان ڪري هندن جيڪي لکيو
آهي سو فقط اسلام آهي. ان جو نه وحدانيت سان واسطو
آهي نه ئي انساني برادريءَ سان. البت انهن ٻنهي
چيزن جيڪو اثر اسلام تي ڪيو اهو ئي پوءِ صوفي طريقي
سان عمل ۾ آيو. جيتوڻيڪ جيڪو صوفي مت آهي سو
ڪيئن ۽ ڇو ٿيو سو نه ڪروڙن مان هڪ کي به مشڪل
ڄاڻ هوندي. ان ڄاڻ کان سواءِ ئي جيڪو صوفي مت
قبول ڪيو ويو آهي اهو فقط اسلام جو هڪ مٺو روپ
آهي. ڇو نه ڪوبه مسلمان سچو صوفي ٿي نٿو سگهي ۽
هندو کي صوفي ٿيڻ جي ضرورت ڪانهي سواءِ
ڪنهن گمراهه جي.

فقط "هندو - مسلم ڀائي ڀائي" چوڻ سان "چيني -
هندي ڀائي ڀائي" وارو ڏوکو نه ٿي سگهندو. نه ئي
عشق ۾ ڪي ٻه ڀيد: حقيقي ۽ مجازي ٿيندا آهن.
عشق فقط هڪ چيز آهي. ان جي ڪابه معنيٰ بدفعليءَ
جي ڪيو خواهه مجازي. باقي عشق حقيقي ڪا چيز
ئي ڪانه ٿيندي آهي.

مرد جو ڪنهن عورت يا ڪنهن ڇوڪريءَ سان ۽ ڪنهن
عورت جو ڪنهن مرد سان عشق ٿي سگهيٿو. مگر عشق
جو رحيم ۽ رام سان واسطو ڪونهي. ۽ اهوئي هڪ
ڏوکو آهي جنهن جي چڪر ۾ هندو نه ڦاٿا ۽ جڪڙيا
مگر ڪي مسلمان به مرتد ٿيا آهن. ان ڪري صوفي

عشق فقط مجازي عشق آهي. جنهن کي حقيقي عشق
چئبو وڃي ٿو ۽ جنهن جو ذڪر ڪيو وڃي ٿو اهو اسلام
ناهي، نه ئي اهو اسلامي عقيدن سان ٺهڪندڙ آهي.

هن ڪتاب ۾ ليکڪ جيڪي ڪجھ لکيو آهي سو
فقط سچل جو اسلامي روپ ئي ڏيکاريو آهي، جيتوڻيڪ
رڳو انهن ۾ ڪونهي. باقي سچل کي ”باغي شاعر“ چوڻ
فقط عقل کي طلاق ڏيڻ برابر آهي. جيڪي پنهنجي
ئي ڌرم ڪرم جي ڄاڻ نٿا رکن تن کي ٻين جي دين-
ايمان جي ڪهڙي پروڙ؟ هو فقط ورثي ۾ مليل رت
رکندا رهن ٿا ڇو ته انهن لکڻ سان ڪن جي سامهون سرخرو
ٿي سگھبو. اها ايمانداري ڪانهي، پر جيڪي به هجي.

سچل هڪ سنو، سچو ۽ پردار شاعر ضرور هو، هو
پنهنجي مذهب اسلام جي رڪنيا جنهن ايمانداري ۽
صفائيءَ سان ڪري ٿو تنهن کي سمجهڻ ڪنهن ليکڪ
يا اديب جو ڪم نه آهي، نه ئي هن ليکڪ جو.

باوجود ان جي هي ليکڪ ڪجھ حد تائين پنهنجي
مقصد ۾ سڦل ٿيو آهي ڇو ته هن جيڪي لکيو آهي
ان سان هن پنهنجي ايمانداريءَ سان نڀايو آهي. ڪي
”شخص پرست“ هن کي ”فرقي پرست“ به چئي سگهن
ٿا ڇو ته ”شخص پرستي“ اکين جو نور کسي وٺندي
آهي ۽ ان ڪري ”شخص پرستي“ ۾ آتما جو آواز
نه پر بازار جو آواز ٿيندو آهي. ٻي ڳالهه ته

هندو فرقي پرست نہ ٿيندو آهي البت هو ”مت پرست“
آهي ان ڪري ئي هندن ۾ مت پرست ٿيندا آهن،
فرقا فقط مسلمانن ۾ ٿيندا آهن. اسلام جو آغاز ئي فرقن
۽ قبيلن جي مرڪب سان ٿيو آهي. ان ڪري فرقي
پرست بہ فقط مسلمان ٿيندو آهي، بشرطيڪ ان کي
هروڀرو رڳو خراب معنيٰ ۾ نہ ورتو وڃي تہ!

ڪيترن ئي ليکڪ هڪ پراڻي بيماريءَ کي نئين ۽
حقيقي پڻ نڪتہ سان ٿپاسڻ جي ڪوشش ڪئي آهي،
نِدان (حل) پڻ اڳ سندس کان پري جي ڳالھ آهي، تہ
ٻہ ٿپاسڻ ئي اڌ نِدان (علاج) جي برابر آهي. سٺي
ڪوشش آهي.

ڪٿي ڪٿي ٻولي سٺي ۽ زوردار آهي، البت
حوالن جي ڪمي ۽ ڪمزوري آهي. باوجود ان جي
سنڌي پاڙن ۽ سڄاڻن لاءِ هيءَ ڇنڊڇاڻ، ڇڪتاڻ نہ پر
سٺي ڏاڻ جو ڪم ڏيندي ۽ چڱو ڏولڏاڻ ڏيندي. هن کان
اڳ شري موتيلال ڄوٽاڻي صاحب ٻہ هن وشيہ تي اندر
اوڙيو هو پر هن ليکڪ پاڻ کوڙيو آهي، ان ڪري
وڌيڪ اثرائتي ڳالھ ٿيندي.

هڪ گنجائش جا کٽڪي ٿي تہ ليکڪ محول حوالا
(شعر) پورا نہ ڏنا آهن. ٺيڪ اٿين آهي تہ هر ڳالھ تي
ان ليکڪ جنهن لاءِ لکيو وڃي ٿو تنهن جي ڪلام جو
هڪ حوالو (شعر - بيت) اَلي جو اَلي مڙهڻ گهرجي.

جهڙي طرح سنڌ جا ڳيت، ڳيت ۾ ڪنهن آکاڻي کي
ڪٺي ڪري ڏري ڏي ٻيت، ڏوهيڙو، ڪلام، گيت،
ڀڄن ٺاٺا ڪندا وڃندا هئا جنهن ڪري اها آکاڻي وڌيڪ
رسيلي لڳندي هئي. ساڳيو ئي لڪ هوڙن مثالن ۾ ٻـ
اڀياڻ گهرجي.

مثال طور هن ڪانپوءِ شاهه عبداللطيف تي لکڻ وقت
ان جا بيت هڪ هڪ صفحي لاءِ جتي جتي ضرورت
ٿئي ضرور ڏيڻ گهرجن. شاهه کان ڳالهائڻ گهرجي بنسبت
ليکڪ جي. اها ڳالهه پڙهندڙ کي وڌيڪ اپيل ڪندي
۽ وڌيڪ سنڌ واري ٿيندي، جا ڳالهه هئي ڪٿڪي ڏي.

**گنگارام سمرات** ٦-٣-٨٣

# سچل جو ڳوٺ ۽ ان بابت مڃتا

سنڌي ساهتيه جي وچين دور ۾ جيڪي مکيه ۽ ٻرک شاعر ٿيا انهن ۾ سچل جو نالو خاص طرح ورتو ويندو آهي.

سچل، سنڌ ۾ جاري ڪيل تصوف يا صوفي مت جو پرسڌ سڌانتڪ، پرچارڪ، رهبر، گرو يا مرشد هئو. اهوئي ڪارڻ هئو جو سچل جي ڳوٺ ۽ نواس استان کي اَلڪوفا * وانگر سمجهيو ويندو هو. اسلامي عقيدتمندن ۽ راڳ-روپ جي شائقن واسطي سندس استان خاص مرڪز بڻجي پيو هو.

**ڳوٺ جو ڳجهه** - سندس ڳوٺ اُتر سنڌ جي رياست خيرپور ميرس ۾ رانيپور ۽ گمبٽ ريلوي اسٽيشن جي وچ ۾ رانيپور کان ٻن ميلن جي دوريءَ تي وسيل هئو. ماڻهو اوڏانهن اڪثر اُٺن يا ٻيل گاڏين ذريعي ويندا

---

* الڪوفا، عربستان ۾ صوفين جو خيالي تيرٿ استان آهي، جنهن لاءِ چيو ويندو آهي ته اتي پورن (عامل) صوفي ئي پهچي سگهي ٿو. ٻيا اوڏانهن ويندي ويندي واٽ تي پاڄي ختم ٿي ويندا آهن. ڏسو (هندي) ليکڪ آچاريه رجنيش (صفحو ۴۹).

هئا انيڪ زباڻي (ياري) ٻڌل ٻي وڃندا هئا.

سندس گانو جو نالو آهي "دراز" ان جي لفظي معنيٰ آهي پري يا دور دراز- اهو لفظ پارسي ڀاشا جو آهي. سچل جا وشواسي، وهمي، الڳ شردالو لوڪ ٻيا لفظ لفظ ۾ ڳجهه ڳولهڻ وارا ڪوشش ڪندڙ واندا دماغ ان جو (लाक्षिणक) ڳجهو مطلب ٻه ڪڍيندا آهن. انهن جي ڪڍيل مطلب موجب دراز آهي در- اي- راز يعني ڳجهه جو در. يا ساڌنا جو اهو استان جتي نهايت گهٽي تپسيا ۽ ساڌنا ڪرڻ کانسواءِ پهچي سگهڻ ناممڪن آهي. فقط مها ساڌڪ يا عامل شخص ئي اوستائين پهچي سگهي ٿو.

* پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻيءَ اهڙي قسم جو رهسياتمڪ (रहस्यात्मक) مطلب ڪڍيو آهي.

الڪوفا ۽ سندس ڪڍيل ارٿ ۾ ڪوئي فرق نظر نٿو اچي. جيتوڻيڪ صوفي پاڻ کي "لاڪوفي" سڏائيندا ضرور آهن. مگر اهو سڀڪجهه زبان دانيءَ تائين محدود رهيو اٿن. "لاڪوفي" سڏائڻ پنهنجي شيخن جو مذاق اڏائڻ جي شرارت ۾ شامل آهي. اهو سڀ ڪجهه هوندي ۾ ضروري اهو آهي جو صوفين ۾ ٻنهي فرقن جا مسلمان شامل آهن ۽ ڪرم ڪانڊن (اشريعت) جي لفظي مخالفت ڪندي ۾ عملي طرح اهي سڀ ان کپ

---

* سچل سرمست (هندي) ساهتيه اڪادمي پرڪاشن!

۾ ڳڻيا ويا آهن. ڪن ٻئي واسطي به انهن مان ڪنهن به
(شاهه، سچل، بيدل يا بيڪس) ڪماري ڪشي نه ڪئي
آهي. سنڌ يا هندستان ۾ نه صوفين ڀارت ڪسي عرب
يا ايران ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيا سنڌ ن
اڏاوتن ۽ عملي اعمالن مان ثابت آهي.

**سچل جو اصل نسل** - سچل جي جنم سنه بابت
ودوانن ۾ رواجي اختلاف آهن. پروفيسر شري ڪلياڻ
آڏواڻي مشهور شاعر بيدل ۽ ڪن هاڻوڪن ودوانن جي
ڪٿ موجب سنڌس جنم ۱۷۳۹ع ۾ ڄاڻائي ٿو. ليڪن
سنڌي ساهتيه جو شروعاتي ليکڪ سرڳواسي جيٺمل پرسرام
گلراجاڻي، سچل جو جنم ڪال ۱۷۵۷ع ڄاڻائي ٿو.* اڄ
ڪالهه عام طرح سنڌس جنم ۱۷۳۹ع ۾ ٿيل مڃيو وڃي ٿو.
سچل جي ديهانت بابت ڪوبه الڳ رايو نه ٿو ملي.
سڀ ئي اهو ويچار قبول ٿا ڪن ته سنڌس مرليو ۹۰
ورهين جي وڏي اوستا ۾ ۱۸۲۹ع ۾ ٿي هئي.

سچل، پيغمبر حضرت محمد جي وارث حضرت
عمر فاروق (اسلام جي ٻئين خليفي) جي خاندان مان
ليکيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو سنڌس بزرگ عرب حملاآورن
سان گڏ سنڌ ۾ آيا هئا ۽ سنڌ وڃڻي مهاراجا ڏاهرسين
جي موت بعد محمد - بن - قاسم جي نوازش ڪارڻ

---

* سنڌي درسي ڪتاب درجو ڇهون سنڌ سرڪار دوارا
ڇپايل ۱۹۴۰ع ڌاري.

'سيوهڻ' نالي جاگير جا مالڪ بڻايا ويا. ان بزرگ جو نالو هو شهاب الدين. ساڻس بعد ان جي پوٽن مان بين ان بڻ جاگيرداري ماڻي. تنهن کان پوءِ بدنصيبا ڪين نڪڪو ٻڻجي هيڏانهن هوڏانهن ڌڪا ڌاما کائڻا پيا.

شروعات ۾ سندن ماڻهو ٺرجي وارهاسي ڪيٽر ۾ حدابادِ نالي ڳوٺ ۾ وڃي ٺانئيڪا ٿيا. ڪجهه وقت گذرڻ بعد سندن آڪهه جي هڪ وڏڙي ڪي خيرپور رياست جي حاڪم سهراب خان وٽ نوڪري حاصل ٿيڻ تي باقي پالي ڌڙي الي اچي وسندا ويا.

خيرپور جي حاڪم احمد فاروقي جي سيوا ۽ سوائي پڳتيءَ کان متاثر ٿي، کيس ڪجهه زمين جاگير جي روپ ۾ بخشش ڪئي. ٺڏهن کان سچو ڪٽنب اٿي هميشه واسطي ٺاٺو ڪري وسجي ويو.

**سچل جي ڪٽنب بابت جاڻ** - سچل جي پڙنا شريءَ جي باري ۾ ٻڌڻ ۾ ايندو آهي ته هو ۽ هڪ درويش فقير هو. ان ٻڌهه جي هڪ عورت کان گيان حاصل ڪيو هو. جواني جي وقت ۾ ٻاڻ ۽ مير جي چاڪري ڪئي هئائين. پر ڪجهه وقت بعد جدائي اثر هيٺ اچي سنسار کان سنياس ورتو هئائين. فقيري اوستا ۾ سڳل ۽ ڪملائين جهاڙين ۾ وڃي ٻوگ ابياس ڪندو هو. ڏند ڪٿا انوسار، سندي ڀاشا جي مشهور شاعر شاهه عبداللطيف سان سندس ٻهڙين ملاقات ان ٿــي

ٿــي

هنن تي هئي ۽ سندس تي آگرهہ ۽ اُپديش ڪارڻ هو
وري سياسي مان قربي سمساري ٻڌي پيو. شاهه جي
هدايت موجب هو لوڪ جيون ۾ اڌياتمڪ سکيا جو
پرچار ڪارڻ ڪرڻ ۾ لڳي ويو هئو.

هو خود سني فرقي جو ڪٽر مسلمان هئو. سندس
صلاح الدين ۽ عبدالحق نالي ٻه پٽ هئا. شاعر سچل
جي ننڍي هوندي ئي سندس پتا جو ديهانت ٿي
چڪو هئو. سچل جي پالڻ پوشڻ جي سموري جوابداري
سندس چاچي عبدالحق نباهي. مسلماني پرمپرا ۽
اسلامي روايت موجب سچل جي شادي به سندس سؤٽ
(چاچي جائيءَ) سان ٿي. ان بابت به ٻڌايو ويندو آهي
ته سچل خود وواهه ئي نه پئي ڪرڻ چاهيو. مگر ڪاڪي
جي زور آڏو ڪيس لاچار ٿيڻو پيو هئو. ڪرت ئي ٻن
سالن جي عرصي اندر سندس پتنيءَ جو ديهانت ٿي
ويو. سندس موت بعد ان ٻي شادي نه ڪئي.

**عقيدت (نشٺا)** - سچل اويسي نموني جو فقير
مڃيو وڃي ٿو. ان قسم جي فقيرن لاءِ ڪوئي زندهہ
گرو ڪرڻ جو بنڌن نه هوندو آهي. تنهن هوندي به
سچل پنهنجي چاچي کي پنهنجو گرو تسليم ڪيو هئو.
گڏوگڏ ايران جي مشهور شاعر عطار جو شعر ۽ فيلسوفي
پڻ سندس پريرڻا جو مکيه مرڪز هئي. سچل عقيدت
وچان عطار کي "الله" جي روپ ۾ ڏسندو هو.

**سچل بابت آگاهي** - * ميان دين محمد لکي ٿو - ٻئي دفعي جڏهن شاه عبداللطيف درازن ۾ آيو تڏهن سچل پنجن سالن جو هئو. ٻالڪ کي ڏسي شاه، ميان عبدالحق کي فرمايو ته ”جيڪا ڪني اسان چلهه تي چاڙهي آهي، ان جو ڍڪڻ هيءُ ٻالڪ کوليندو!“، شاه اهو به چيو ته - ”هن ٻالڪ کي وڌيڪ تعليم جي ڪابه ضرورت نه آهي!“ ان جو مطلب آهي ته شاه دوارا شروع ڪيل ڪارج کي سچل سنڀاليندو ۽ اوج ڏيندو.

**سکيا تعليم** - حاصل ڪيل ڄاڻ مطابق چيو وڃي ٿو ته سچل عربيءَ فارسي ڀاشائن جو ڪافي سٺو ڄاڻو هئو. کيس ديني تعليم به گهڻي حد تائين حاصل ٿي هئي. هوُ قرآن جو پنڊت سمجهيو وڃي ٿو. چيو وڃي ٿو ته کيس مڪمل قرآن برزبان هوندو هئو. سنڌي ليکڪ، علي قلي بيگ، جنهن سچل جي رچيل انيڪ ڪافين جي کوجنا ڪئي ۽ بعد ۾ آهي پستڪ جي روپ ۾ پڌرو ڪيون هئيون. اهو ”سچل جون ڪافيون“ ڪتاب ۾ لکي ٿو، ⊕ سچل کي ١٤ ورهين جي ڄمار ۾ ئي چڱي تعليم حاصل ٿي چڪي هئي. سندس ڪلام مان ظاهر آهي ته کيس عربي، فارسيءَ جي سٺي ڄاڻ هئي. هوُ

---

* ’لطف ال لطيف‘ (سنڌي) ’سچل‘ صفحو ٤، ليکڪ ڪلياڻ آڏواڻي.

⊕ سنڌي ”نثر نظم“ ۾ چونڊيل هڪ ليک جي آڌار تي.

قرآن جو ڄاڻو (حافظ ڪلام الله) ودوان هئو. ٻاڻ تصوف
جي ڪتابن جو گهرو مطالع (اڀياس) ڪيو هئائين.

* پروفيسر جيٺمل پرسرام سچل بابت لکي ٿو- "سچل
سرمست نه رڳو پارسيءَ ۾ گوهر هڻندو، پر عربيءَ جو به
چڱو ڄاڻو هو. جيئن شاه جو رسالو عربي آيتن ۽ حديثن
سان مڙهيل آهي، ايئن خاص ڪري سرفي ٻولي ٽيهه
اکريءَ ۾ سچل حل ڪري ڇڏيو آهي. هڪڙي هڪڙي
سٽ ۾ اسلام جي عربي آيت يا حديث بيت ۾ مڙهيو
ان جو راز کوليو ڏني. اهڙن بيتن جي هن جي ساري
ڪلام ۾ اوڻهي جاچ ڪيل آهي. جنهن مان ظاهر آهي
ته فيلسوفيءَ جي پڪي ڄاڻ ۾ ماهر هو.

**سچل جو سڀاءُ** - سچل کي اڪانت پريه (اڪيلائي
۾ گهارڻندڙ) چيو ويندو آهي. هو اڪثر گهمڻ به اڪيلو
ڪري ويندو هئو. چراگاهن، سنئن سپاٽ ميدانن ۾
پري پري تائين ڦهليل ڪکائين جهوپڙن ۾ جهڳمڳائيندڙ
ڏيئن جي ٽمڪ، ٽمڪ، تارن جي اک ٻوٽ رانديون
چانڊوڪين راتين جي سندرتا ۽ ان طرح جي قدرتي
نظارن ۾ هو لڪو ٿي ويندو هئو. ڪيس ڳوٺاڻن جي گفتگو
۽ سمپرڪ به نهايت وڻندڙ هئا. هو ڪافي وقت تائين
گهمندو رهندو هئو. رات جو ڪافي دير بعد گهر واپس

---

* اجمير يا سنڌ جي چيهل هڪ ڪتاب، سنڌي
"نثر نظم" تان.

موٽيندو هئو. سندس سڀاءُ سرل هئو. سندس ٻاشا ٻساڦ
ٻئي، مٺي ۽ من موهيندڙ هئي. هو حساس دل وارو،
جذباتي شخص هو. هو سڪ پرست ٻــ نه هئو. اڪثر
ڏرڙيءَ تي ويهندو هئو. ڪاٺ جي صندل تي سمهندو
هئو. کاڌ خوراڪ ۾ اوائل ۾ مانسخور هئو ليڪن اڳتي
هلي ٻـورو ونسو ڇڏي ڇڪو هئو. دال چانورن سان
ڳڙ لسي سندس من پسند خوراڪ هئي. هـو کاڌو ۽
اڪيلائي ۾ ويهي ورتائيندو هئو. گهٽ ڪـائيندو هئو.
رات جو لـــ پوڄن باڪل نه ڪندو هئو. پاڻيءَ پيئڻ
واسطي ڪشتو هوندو هئس. سارنگيءَ جهڙو ساز سدائين
وٽس موجود هوندو هئو. تماڪ کان پري هئو. سندس
موجودگيءَ ۾ ڪنهن ٻئي کي بـ چلم يا ٻيڙي ڇڪڻ
جي جرئت نه هئي.

**پوشاڪ**- سندس پهراءُ سادو مگر عجيب قسم جو
هئو. سفيد رنگ جو پهراڻ ۽ کهري گوڏ پائيندو هئو.
مٿي تي ساڻي رنگ جو تاج (ڪلاه) يا پهرئيندو هئو.
ڪڏهن ٻاهر وڃڻ تي تاج جـي چوڌاري هڪ دستار
پڻ ويڙهيندو هئو جنهن کي خلافت جــي دستار چئو
ويندو هئو. اها کيس سندس مرشد (چاچي) پير عبدالحق
کان مليل هئي. ان جو رنگ به ساڻو هوندو هئو. هو
ٻاهر نڪرڻ تي سٿڻ پائي نڪرندو هئو ۽ ان جو رنگ
نيرو هوندو هئو. پيرن ۾ خاص سنڌي نموني جي جتي

ٻانڌيندو هئو. سچل جي ڏاڙهي بلڪل اسلامي (شريعت طريقي جي ۽ اسلامي اصول انوسار مٺ جيتري هئي. مڇون قد جو پورو پيو هئو. مٿي جا وار ڊگها هئس. اکيون هرڻ جي اکين وانگر چنچل هيس. نرڙ ڪليل ۽ ڪشاده هوس. هو اڪثر گم سم رهندو هئو. سندس ٽهڪ ته ورلي ٻڌبو هئو.

عام مسلمانن وانگر هو منڍيءَ وغيره جو استعمال نه ڪندو هئو. *

**حسن پرست سچل** - سچل جي حسن پرستيءَ جي ڏندين آگريون آڻڻ جهڙي حقيقت آهي. چون ٿا ته هڪ دفعي هو ڏاڍو بيمار ٿي پيو. ڪائي ڦڪي فرق نه پئي ڪري تڏهن هڪ نوجوان دوشيزه طوائف کي آندو ويو. ان جي حسن جي جهلڪ ۽ راڳ جي آلاپ ڪارڻ سچل جلد نوبنو ٿي پيو.

**استعمال واريون چيزون** - سچل جن چيزن جو استعمال ڪندو هئو انهن بابت علي قليچ بيگ، پنهنجي ڪتاب "سچل جون ڪافيون" ۾ ڄاڻائي ٿو - "سندس لٺ هڪ فقير غلام شاه وٽ موجود آهي. تاج ۽ جتي ڪنهن حادثي ڪارڻ باه ۾ جلي ويا. سندس ٽوپي (ساڙي - دستار) ۽ مڻيءَ جي هڏي مسان ٿهيل ٻيراڳڻ

---

* سندس پوشاڪ مان پڌرو آهي ته ان ۾ نه ڪا هئي سنڌيت جي بوءِ نه ڪو هنديت جو اثر (ليکڪ)

ايان ڪانئن شڪار پور ۾ ڪنهن فقير وٽ رکيل آهن.
هڪ ٻي پيراڻ لوح مان ٿيهل - رتوديري ۾ هڪ فقير
ڪامل شاهه وٽ رکيل آهي. سچل جا صدقي اڃا زيارت
لاءِ ويندا آهن. *

**ڪاريه جو روپ ۽ وستار جو ڪمتو** - سچل جو
ڪاريه مذهبي پرچار جو هئو. هو اسلامي صوفي مت
جو پيروڪار هئو. ان ڪري سندس ڪاريه جو روپ
پڻ پيار ڀري آڌارت تصوف يا اسلام هئو. ان جو اٿڻ
ويهڻ، هاءِ پاءِ، گيان-گفتگو ۽ سکيا هدايت جا سمورا
نمونا اسلامي (مسلماني) وارا هئا. قرآن جو پاٺ ڪرڻ
سندس نيم هئو. سندس چوڌاري اسلامي ماحول هئو.
سندس سنسڪار خود پڪا اسلامي هئا. اسلام جو ڪٽر
حمائتي ۽ مذهب پاڪ جي ڦهلاءُ جا خاص شيدائي رياست
جا حاڪم مير سندس مريد هئا. سچل جي ڪلام جي
سنگره ڪرڻ ۽ لکڻ واسطي الهن طرفان ليکاري مقرر
ڪيل هئا جيڪي سندس ڪلام لکندا ۽ محفوظ ڪندا
رهندا هئا. سچل جي گشت جو ڪٿر به اها ئي ڀوڳي
هئي جا رياست جي مالڪ هئي. ان ڪانسواءِ سندس
گهوڙ وارا پيا هلندا هئا روهڙي ۽ لاڙڪاڻو. روهڙيءَ

---

* ان هوندي به بت پرست هندن ڪسي چيو ويندو
آهي. (ليکڪ)

نوٽ :-

حضرت جن جي وار ڪارڻ زبردست ۽ اسلامي پرچار جو
خاص مرڪز هئي. هزارين پيرن جون قبرون، مسجدون
قبرون ۽ درگاهون چوطرف پکڙيل نظر ايندڙيون هيون.
نزديڪ آئل بکر تائين جو سمورو نظارو مڪو - ڪن نظر
نماهو ۽ نام نهاد صوفي اسلامي پرچارڪن مسلمانن جو
پڪو اڏو هيو. حيدرآباد، سنڌ جي گادي ۾ جو هنڌ هئو
جتي ميرن جو گهڻو ۽ هندو گهاٽڪ حڪومت هئي.
وچڙ ۾ سيول جي بزرگن دوارا وسايل ٽوروجن جي
ڏيون ۽ خود لاڙڪاڻي جي به حالت ساڳي هئي. هرجا
صوفي اسلام پرچار جا وڏا اڏا قائم هئا. سيول سڀني
اهڙن اڏن تي وعظ واسطي ويندو هئو. سنڌ جي ساري
ڀومي (خاص وچ وارو حصو) سعدس پرچار ڪار جو
ڪيندر هيو. ڊاڪٽر ايم. آر. مائيداساڻي، مظلوم سنڌ ڪتاب
۾ هڪ هنڌ لکي ٿو: (بيان اڳيان ڏنل آهي) - "ارڙهين
صدي ۾ جي شروعاتي دور تائين سنڌي هندن جو تعداد
مسلمانن کان ڏهوڻو وڌيڪ هئو ليڪن ان جي آخر تائين
مسلمانن جو اندازو هندن کان ڪيترا دفع وڌيڪ ٿي
ويو." اهو وقت ڪلهوڙن ۽ ميرن جي حڪومت جو
وقت هيو.

**سياسي حالتون ۽ سنڌ -** سيول جي جنم ڪال
۾ دهلي ۾ مغل بادشاه محمد شاه جي آخرين دم ڪٽڻ
حڪومت هئي. ايران ۾ نادرشاه ۽ سنڌ ۾ ميان نور محمد

ڪلهوڙن جي حڪومت هئي. جهڙي طرح هندستان
۾ سياسي انتشار هو اهڙي طرح سنڌ ۾ به سياسي-
ڪيترن ۾ انتشار ڦهليل هو. اِي مذهبي تنگدلي ۽ بدانتظامي
هر جڳها عيان هئي. سنڌ ۾ رهندڙ مسلمان اڪثر ٻاهران ۾
وڌيڪ ۽ اسلامي خون پيئڻ ۾ اڳي پورا هئا. حاڪم ورگ
تي مذهبي مولوين ۽ آخوندن جو گهرو اثر هو. مسلمان
هندن کي اڪثر ڪافر ڪري ڪوٺيندا هئا. اهو لفظ
هندن لاءِ هڪ نفرت ظاهر ڪندڙ ۽ مذهبي گار برابر
هوندو هو. هندن کي غير منقول ملڪيت، زمين ۽
جائداد رکڻ جي به منع ٿيل هئي. لوٽ مار، ظلم اتياچار
۽ حملن ڪارڻ سنڌ جا هندو پنجاب - سنڌ سرحد ۽
ڪڇ جي ڪيترن ٿاڻن ڏک ڏوڙ ڪندا ڦٽڪندا رهندا
هئا. ساري سنڌ پريشان ۾ ڪٿهن هندو ساڌو سنت يا
مهاتما جو نالو نشان به نه هو. ڪٿهن ڪوي ڪلاڪار
جو ديدار دُرلڀ هو. ان دور جي هڪ شاعر جو نالو
مائي ٿو - جنهن لاءِ چيو وڃي ٿو ته شاه عبداللطيف جو
يار هو ۽ "مدن مست" نالي مشهور هو. ليڪن افسوس!
مشهور هوندي به سندس رچنا جو ملڻ ڪٺڻ آهي!

**تباهي جو دور:** ان وقت هڪ طرف حڪومت
جي تلوار تباهي ڪري رهي هئي ته ٻئي طرف وري
تصوف جي نسيم ڦيرڻ وارا ڪيئي سچي سنتن ۾ صحيح
وارا صوفي ٻرهم جي پيونگ. دوارا هندن کي ڌرم

پرورش ڪري، اُپٽاڻڪ افسانو ۽ نام نهاد روحاني رمزون ٻڌائي، تلوار جي تيز ڌارا کان بچائڻ جو وشواس ڏيئي، ٻارڻ ڏانهن سيڙي ماڻڪ طرح سنڌ جو خانو خراب ڪري رهيا هئا ۽ وڏڪ سنسڪارن کي ناس ڪري اڻ سڌي طرح مسلمان بڻائي رهيا هئا. ساري سنڌ ۾ ڪٿي به هندو تنو وگيان جي وڏائيءَ جي واکاڻ ٻڌڻ ناممڪن هئي. مسلمان فقيرن دوارا ڦهلايو ويندڙ تصوف جي اُصولن جي آلوچنا ڪرڻ، موت کي نينڍ ڏيڻ برابر هئي. ڪيئن ڪفر ۾ داخل هئو. اسلام يا تصوف يا اسلام ايشور دوارا اُپايل سرو سريشٽ مذهب مڃيو پئي ويو. هندن کي اڌرمي، بي دين ۽ بي ايمان ڪوٺيو پئي ويو.

**عنايت جي شهادت** - سچل جي جنم کان ٢٢ ورهيه اڳ ١٧١٩ ۾ ٺٽي ۽ لنواريءَ جي وچ واري ڪيٽي ۾ هڪ نهايت ڀيانڪر گهٽنا ٿي چڪي هئي. ان ڪيٽي ۾ مشهور درويش عنايت شاهه رضوي جو ڏيرو هئو. هو وڏو ودوان ۽ ڪوي هئو. ان ۾ اهليت ۽ سچائي هئي. هندن لاءِ سندس دل ۾ سدڀاونا ۽ محبت هئي ۽ اهائي ڳالهه شاهه عبداللطيف جي وڏن کي ناپسند هئي. مير حاڪمن به اهو نه پئي چاهيو. انهن کي تصوف جي اوٽ ۾ هندن جو شڪار ڪرڻو هئو. ان ڪري ان درويش خلاف هڪ طوفان کڙو ڪيو ويو ۽ ڪيس اليڪ امرن سان بدنام ڪيو. مٿس حڪومت خلاف ودروهه

جون به تهمتون مڙهيون ويون. هڪ طرف حڪومت جو ڏمر
۽ ٻئي طرف شاهه عبداللطيف جي وڏن جو وير ۽ ساڙ
پيچ شاهه عنايت کي نهوڙي نيڻ ۾ ڪامياب ٿيا. شاهه
جي وڏن ٺٽي (سنڌ جي ڪيتر ۽ راڄڌاني) جي حاڪم
نواب اعظم خان معرفت دهليءَ جي مغل بادشاهه فرخ سير
جو حڪم نامو ميان نورمحمد شاهه ڪلهوڙي جي اڳواڻي
هيٺ عنايت شاهه تي حملو ڪرايو. شاهه عنايت جي
طاقت به گهٽ ڪانه هئي. اٽڪل ٽن مهينن تائين خونخوار
مقابلو ٿيندو رهيو ۽ آخر ۾ فقير جو سر ڪاٽي دهليءَ
دربار ڏانهن روانو ڪيو ويو. ان گهٽنا ٿيڻ ڪري ان
سموري ايراضيءَ ۾ ڊپ ۽ خوف ڇانئجي ويو. سندن
جي حمايت نه ڇا بلڪ سندن جو آدر ڪرڻ وارو به
سندن کي پيار سان ڪيڪارڻ وارو به ڪوئي نه رهيو.

## نور محمد ڪلهوڙي جي صاحبي

ان بعد جلد ميان نورمحمد ڪلهوڙي کي مغل بادشاهه طرفان
سنڌ جو حاڪم بڻايو ويو. ميان نورمحمد شاهه ۽
عبداللطيف جا پاڻ ۾ نهايت گهرا لاڳاپا هئا. چيو وڃي
ٿو ته ميان نورمحمد جي شادي به شاهه عبدالطيف جي
مرضيءَ موجب هڪ طوائف سان ٿي هئي. ان طوائف
جو بادشاهه سان مريد - مرشد جو تعلق هئو ۽ اهو رشتو
آخر تائين قائم رهندو آيو.

شاهه جو ورود۔ * ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي ؛
* ڊاڪٽر ايم. آر. مائيداساڻي پنهنجن ڪتابن ۾ لکن
ٿا ته ميان نور محمد اڳتي هلي شاهه کي مارائڻ جي
به ڪوشش ڪئي هئي. انهن ٻنهي ان جو ڪوئي
ڪارڻ ڪنهن به نه ڄاڻايو آهي. انومان طور چئي
سگهجي ٿو ته شاهه جو وڌندڙ اثر ۽ حڪومت جي ڳالهين
۾ دست اندازي يا گهرو ڳالهه ۾ دخل گيري ان جا ڪارڻ
ٿي سگهن ٿا.

اها ته هڪ حقيقت آهي ته شاهه کي تن ڏينهن
اباڻو ڪيترو ڇڏڻو پيو هئو. ڪيس پٽ لـي وڃي پاڻ
وسائڻو پيو هئو. وقت گذرندي شاهه ان کي استان جي
نالي پنيان شاهه پٺائي سڏجڻ ۾ آيو. هو الان ٿي ٻلڙي
۽ لواريءَ ۾ زيارت واسطي ايندو رهندو هئو. شاهه
جي استان کي خاص اهميت آهي. اتهاس پرست گهڻا
آهي ته خوني نادرشاهه – ١٧٣٦ کان ١٧٣٩ تائين سنڌ
۾ گهمندو رهيو هئو؟ ان شاهه جي گهڻي ساراهه ڪئي
هئي. نادرشاهه جي عزت افزائي به ڪئي هئي. ڪيس
پير ۽ واليءَ وانگر هڪ سروپا به عطا ڪئي هئي. نادر
دوارا شاهه جو ان طرح ڪيل سنمان رواجي گهڻا نه
چئي سگهبو. نادر هندو گهاتڪ ڪٽر مسلمان حاڪم هئو.

---

* سنڌي ساهتيه جو اتهاس. ليکڪ ڊاڪٽر جيٽلي.
* مظلوم سنڌ. ليکڪ مائيداساڻي.

جڏهن کيس شاهه عبداللطيف جو تصوف ۾ پرسچر
ايڪتا جو ڏيکاءُ ملي ها ته هو شاهه کي ڪڏهن بـ
سروپ نه ڀيرائي ها. سنڌ س لاءِ عزت ڏيکارڻ بدران
سنڌس سر تڙ ڪان ڌار ڪري ڇڏي ها. سچل تي به
شاهه جو اثر هئو. شاهه موت وقت (١٧٥٢ع) سچل جي
عمر ٻيرهن سال هئي. سچل جي جمڻ واري وقت کان
اُن ورهين جي عمر تائين (١٧٤٨ع) نادرشاهه جو خوف
ساري هندو سماج لــي ڇانيون رهيو. ان بعد ميان
نورمحمد کي احمدشاهه دورانيءَ دورا سنڌ جو عيوضي
حاڪم مقرر ڪيو ويو. ان جـي موت تائين (١٧٥٥ع)
ڪوبه وڏيڪ خاص واقعو نه ٿيو. نورمحمد بعد سنڌس
پٽ مرادخان ۽ ان بعد عطرخان حاڪم بڻيا. مگر اهي
فقط ٻن سالن تائين حاڪم بڻيا رهيا. آخر ۾ ميان غلام
شاهه ڪلهوڙي کي حاڪم بڻايو ويو.

**هندو وروڌي پروانو** - غلام شاه جـي شريعت
جـو ڪٽر حمائتي هئو. ان وقت ساري سنڌ پرانت ۾
تبليغ جي ڌوم مچل هئي. ڪهڙن به طريقن سان هندن
کي مسلمان بڻايو پئي ويو. * مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ
(١٧٦١ کان ١٧٩٠) کي غلام شاه پاران هڪ پروانو ڏنو
ويو هئو ته ڪٿي به غير شرعي ڪو ڏسي ته ان خلاف
قانوني قدم کڻي سگهي. ان دوارا اسلام جو خوب پرچار

---

* سنڌ جي ادبي تاريخ.

ڪيو ويو. ڪيس سورت (گجرات) جي سيد محمد خلافت
جي پڳڙي ٻه ٻڌي هئي. تڏهن کان تہ سندس دماغ
هوا سان ڳالهيون ڪرڻ لڳو هئو. سندس وقت ۾
هزارين هندن کي اسلام ۾ آڻڻ جون گهڻائون مشهور آهن؟

**اسلام جون پشاچي ڪارروايون** - ان ئي
وقت (۱۷۳۹ کان ۱۷۷۹) ۾ مخدوم عبدل رحيم گرهوڙيءَ
جي باري ۾ ٻڌايو ويندو آهي تہ پشاچ سڀاءُ جو هڪ
شيطان مولوي هئو. ان جو فقط ڪم ئي هئو هندن جو
گهات ڪرڻ ۽ کين به آڏن اٻتن طريقن سان تبليغ
ڪري دين پاڻ جو تعداد وڌائڻ. ان ۱۷۷۸ع ۾ لاڙ ۾
رهندڙ هڪ هندو جوڳيءَ جي مٺ تي حملو ڪري
انيڪ هندو سنياسين جو قتلام ڪيو هئو. پاڻ به ان
ڪشمڪش ۾ وڃي دوزخ نشين ٿيو. هو دلي بادلي
اسلام جو غازي يا شهيد ٿيڻ ۾ فخر وٺندو هئو. جهاد
سندس عالي آدرش هيو. ميان محمد صديق ميمڻ سنڌ
جي ادبي تاريخ ۾ اهڙي فتنوي شخص کي مشهور
صوفي، درويش جي خطاب سان ٻڌايو آهي. ڪلهوڙن
بعد سنڌ ۾ ميرن (ٽالپرن) جي صاحبي شروع ٿي. انهن
جي حڪومتي دور جو بيان ڪندي سنڌي سڀيتا
ڪتاب ۾ لکيو ويو آهي * "سنڌ ۾ ڌارمڪ آزادي
نالي ماتر آهي. مذهب اسلام جي ڦهلاءَ لاءِ جيترو طاقت

---

* سنڌي سڀيتا - ص ۱۹۳ - ليکڪ: مهراج دوارڪا پرساد.

جو استعمال هٿي ڪيو ٿو وڃي اوترو ٻئي ڪنهن ۾
هنڌ ۾ ٿو ڪيو وڃي. مرزائي پوچا جي جوڙ اکيڙڻ لاءِ
مسلمانن کي هر طرح اڀارڻو ۽ ڀڙڪائڻو پيو وڃي!" مطلب
ته ان دور ۾ هندو پرجا نهايت ڏکي ۽ لاچار هئي.

**هندن لاءِ عام نفرت** — مظلوم سنڌ * ۾ ميرن
جي حڪومت جي طرفان خيالات ۽ همدوار بابت اهڙي
اهڙي طرح بيان قلمبند ڪيو ويو آهي: ڊاڪٽر برنس
جو مير مراد عليءَ جي دوا ڪرڻ آيو هئو سو پنهنجي
ڪتاب ۾ لکي ٿو ته مير مراد علي خان سڀاءُ جو
ملول ۽ اداس هو ۽ مذهبي ڳالهين ڏانهن ڏاڍو لاڙو
هوس. هو تعصبي به هئو. ايا مير به سنڌس جهڙا تنگ
دل هئا. مون مير جي دوا لاءِ هڪ دفعو هڪ هندو
طبيب کي موڪليو ته مير جي نبض جهلي ته ڏانهونس
ته متان مير کي هڪ هندوءَ @ جي هٿ لڳڻ سبب
وڌيڪ تڪليف ٿئي. وڌيڪ لکي ٿو ته هو هندن کان
اهڙي ته نفرت ڪندا هئا جو جڏهن موٽي رهيو هوس
تڏهن به ٻه واچون مرمت ڪرائڻ لاءِ ڏنائون. منهنجي
هڪ انگريز جهڙو ڪم ۾ هڪ هندو ڪاريگر آهي.

---

* مظلوم سنڌ ص ۱۱۴ ڊاڪٽر ايم. آر. مائيداساڻي.

@ هر ڪهڙي کي ڀڙڪائيندڙ ۽ هندن کي ڇوت ڇات جو
الزام هڻندڙ گريبان ۾ منهن وجهي ڏسن ته خود ڇا
آهن؟ (ليکڪ)

ٻڌون ٿي مهرن مون کان واڇون واپس گهرڻون انهن چئي
ته ـــ ڪافر، بت پرست کي ناهڪ نه ڏيندا سون. پر پوءِ
مون خاطري ڏني ته بت پرست کي نه ڏيندس تڏهن
مات کيائون. هو مهرن جي انصاف جي باري ۾ وڌيڪ
اجهو هيئن ٿو چوي ته ـــ هن مونکي هڪ ڏرار پيٽ
ڪئي. جنهن ٿي هڪ مصرع اُڪريل هئي ته ـ "آهيان
جوهر ـ دار رڪ جي. ايران ۾ جڙيل آهيان. ڏسڻ ۾
آهيان هلڪي. پر دشمن ٿي ڳري. پهلوان جي هٿان
مون لک هندن کي قتل ڪيو آهي." هن مان صاف
ظاهر آهي ته فقط هڪ تلوار ٿي لک هندو قتل ڪيا
هئا. ساڳيو ٿي شخص لکي ٿو ته ارڙهين صديءَ جي
شروعات ۾ هندن جو تعداد مسلمانن کان ڏهوڻو هو.
پر طهر جي ڇريءَ هانيدوس مچايو آهي.

ڇو جو هن وقت ٻئي هڪ جيترا آهن. هسن اها
ڳالهه هڪ انگريز ليکڪ هئملٽن جي لکڻ جي آڌار ٿي
ڪئي آهي. زوريءَ طهر جي باري ۾ اجهو هيئن ٿو
لکي ـ "دين اسلام جي ڦهلائڻ ۾ جهڙو زور زبر آهي
اهڙو ٻي ڪم ۾ نه آهي. بلڪ بت پرستيءَ کي پاڙون
پٽڻ لاءِ مسلمانن کي هر طرح سان ڇڙهو ۽ اُڀاريو ٿــو
وڃي. ڪم تعصب برهما جي پوڄا کي آزادگي ڪانهي.
دهل جو آواز ڪو ورلي پڌيو آهي. سو به خاص موڪل
وٺي. حيدرآباد ۾ ڪي مورتين پيا مندر آهن. پر راڳ جو

آواز ڪڍهن ٿا اندران ته اهڙو آهي. هن جا هيءَ
اڳر وڌيڪ اثرائتا آهن ته ”ڪهڙا ٿا ٿا سچا مومن ساڳ
پڙهن ٿا. فلاڻي هندوءَ قرآن جي آيت پڙهي يا محمد
رسول جو نالو ڳڌو ته ڪيس ايلاڪ طهرائي سگهون ٿا ۽
اهڙا ڳالهه ستم زده هندو نهايت دردناڪ سمجهن ٿا.
انصاف جي باري ۾ لکي ٿو ته هڪ واڻيو قيريءَ
وارو وڪري لاءِ ڪپڙو کڻي مون وٽ آيو. ڪلاڪ
کن ڪانپوءِ اچي دانهن ڏنائين ته توهان جي سپاهيءَ مون
کان هڪ قيمتي ريشم جو ٿانڪو کسيو آهي. مون تپاس
ڪئي ته هندو ڪابه ثابتي ڏئي نه سگهيو. مون ڏرائين
کي خبردار ڪري ڇڏي ڏنو. انهن اهڙي دانهن
اهڙي ئي مان هڪدم مون وٽ پيش ڪندس. اهو
هندو اهڙي ڏيهن ٿا ساڳي دانهن کڻي آيو. ان ڀيرن جو
مون اها دانهن مير وٽ پيش ڪئي. جڏهن چيائون ته
نالو ٻڌاءِ ۽ چيم ته هڪ هندو...... تڏهن وچم ٿي
روڪي مير مراد عليءَ حڪم ڪيو ته فرهاديءَ کي
نظربند ڪيو ۽ دين اسلام ۾ وڃي داخل ڪريوس. تڏهن
ته ڪيترا ماڻهو الي جو فرمان جي بجاوري ڪرڻ
لاءِ ڊوڙندا ويا. اهڙي انداز سان حجت آثارئم ته مير
صاحب شوخ ٿي ڏند ڏيکي چيو ته توهان ڪي سنڌ
جي هندن جي ڪهڙي خبر. مڙوئي چور چورن جا
پٽ آهن. قسمت سان اها مصيبت دور ٿي ويئي. جو

ميرن جي جاڻ ٻيا سندس وزير معرفت آراونل کي آزاد
ڪرائي سگهيس.

ميرن جي صاحبيءَ واري وقت ۾ هندن تي ايندڙ
ظلم بابت ٻيو هڪ انگريز رچرڊ ايف. برٽن لکي ٿو ته
ڪوئي به هندو الهه يار جو ٽٻو ڪونه چئي سگهندو
هو. چاڪاڻ ته انهن ۾ سمجهيو ويندو هو ته هن خدا
جو نالو ڳڌو آهي. ڪنهن به هندوءَ کي مسلمانن جي
ديني ڪتابن کي هٿ لائڻ جي موڪل ڪانه هئي.
جي ڪڏهن به مسلمان قسم کڻي چون ته هن ڪنهن
هندوءَ کي جمعي ڏينهن ڪڪڙن جي وڙهڻ وقت اتي
بيٺل ڏٺو ته ڪيس يڪدم جهلي ويندا هئا ۽ وچي
مسلمان ڪندا هئس. هو وڌيڪ لکي ٿو ته بعضي ڪنهن
ڏوهه ۾ هندوءَ کي اها سزا ملندي هئي ته کيس طهر
ڪرائي مسلمان ڪيو ويندو هئو. مسلمان ڪرڻ لاءِ
اول هندوءَ کي مسجد ۾ وٺي ويندا هئا. جتي نماز
پڙهائڻ کان پوءِ کانئس ٽي دفع ڪلمو پڙهايو ويندو هئو.
جيڪڏهن هو ڪلمو پڙهي ويندو هئو ته ان کي هلڪي قسم
جو ڪرشمو ڪري ليکيندا هئا جو هڪ غير مسلمان ڪلمو
پڙهي ويو. پوءِ سندس نالو بدلايو ويندو هئو ۽ پڇاڙيءَ
۾ محفل ڪئي ويندي هئي. چاڪاڻ ته هن مقدس
مذهب اختيار ڪيو هئو. انگريزي ليکڪ چون ٿا ته
هندن کي رسول چوڻ جو به حق ڪونه هئو، چاڪاڻ

ته مسلمانن جي نبيءَ کي رسول ڪري ٿا سڏين.
حڪيم خواه ٻيا رسول بدران الول لکيا هئا يا چوندا
هئا. پر ٿوري ئا ٻيو اڪر ڪم آڻيندا هئا؟ ڊاڪٽر برنس
لکي ٿو ته حيرت جي ڳالهه آهي جو اهڙن سختين
هوندي به هندو هن راڄ ۾ رهندا اچن ٿا. مون کي
ته اهو ئي سبب ٿو سمجهه ۾ اچي ته جيئن وڻ پوٽا
پنهنجي زمين کي ڇهتيا پيا هوندا آهن تيئن ماڻهو
به سواءِ ڪنهن طرح پنهنجو وطن نٿا ڇڏين.

ڊاڪٽر برنس مسلمانن جي فراخدليءَ جو اجهو هيئن
ڪيو آهي "هندن کي گهوڙي سواري جي منع هئي
۽ جن ٿورن تي ميرن نوازش ڪري اجازت ڏني هئي
سي سرڪاري نوڪر هئا. جن کي گهوڙي تي هنو
وجهي سواري ڪرڻ ڏنو ويندو هو. پر واٽ تي ڪو
مسلمان گڏبو هون ته لهي پوندا هئا." پوشاڪ جي باري
۾ لکي ٿو "ٻيو ته ڇڏيو پر هندن کي زوريءَ مسلمانڪي
پوشاڪ پاتڻي ٿي پيئي ۽ ڏاڙهي به رکائڻي ٿي پئي."

**وحشت جو ننگو ناچ —** سچل جي زندگيءَ ۾
ميرن جي حڪومت ۾ ڏٺوان ڪلهوڙن جو وحشي خون
جو واقعو به هڪ اڻ وسرندڙ ۽ لڳ ڪانڊارينڌڙ
سنسنيخيز الهاسڪ ڏهاڙا آهي. جنهن جي ڪوشش سبب
محمد شاهه دراني وٽان ميان نورمحمد ڪلهوڙي کي
سنڌ جي حڪومت (سرڪردگي) جي سند ملي سگهي

هئي. جنهن جي ڪارڻ ٻرڊلش ۾ استرڌا ۽ انتظام اچي
سگهيو هئو جيڪو شخص ڪاهوڙن بعد ميرن جي
حڪومت جو به مکيه جزو ٿي رهيو ان ئي شخص جي
آبرو بلند ڪرڻ واسطي سنڌس ڪنيا کي هٿ ڪرڻ
جي مٿين حرڪت (١٧٩٤ع) ۾ هڪ مير طرفان ئي ڪئي
ويئي. ويو پيتا سنالن ڌرم جي رکشا واسطي پنهنجي
لاڏلي ڪنيا سان صلاح مصلحت ڪئي. ان جي ئي
اچا موجب رالوراڻ ڪيس تلوار سان ختم ڪري سنڌس
اگني سنسڪار ڪيو ويو. ميرن ان ۾ پنهنجي لوهين
سمجهي ۽ ان جي سيکت ڏيڻ واسطي ديوان گدومل
کي دربار ۾ گهرائي وحشي مرت دوارا برندڙ بنديءَ ن
جا ڏنب ڏيئي ۽ ڏڪ هٽي چيچلائي چيچلائي ذليل ۽
دردناڪ موت رسيده ڪيو ويو.

**هندن جي ذليل ۽ عاجل زندگي** - سنڌ جا
هندو ميرن جي راڄ ۾ صاف سٺرا ڪپڙا به پائي نه
سگهندا هئا. جهڙي حالت گجرات ۾ محمد بيگڙي جي
حڪومت وقت گجراتي هندن جي هئي ان کان به
بدتر حالت سنڌ جي هندن جي هئي. انهن کي اسلامين
جي بري نظر ۽ حسد جو ڀورو ڀورو ڏيڻ رکڻو پوندو
هئو. هندن جي زر هجي يا زمين، دڪان هجي يا مڪان،
ونهدي زال ڌائين به دل ٽيڪ لڳي ڪوڙ، مسلمان اها
سولائي سان هٿ ڪري پئي سگهيو. اها حالت ١٨١٤ع

ٽائين قائم رهندي آئي. جڏهن پنجاب جي راجا
رنجيت سنگهه ۽ ڪڇ جي مهاراڻا سنڌ جي هندن جو طرف
کڻي ڪجهه اک ڪرڙي ڪئي تڏهن ميرن ٻنهي وچان
پنهنجي وهنوار ۾ ڪجهه ڦيرو آندو ۽ هندن ذرا سامت
جو ساهه کنيو.

ان وقت انگريزن جي خوف سبب پڻ هندن کي
وشواس ۾ وٺڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي. ميرن جي
لاءِ واسطي سچل پڻ هندن جي دلجوئي ڪرڻ شروع
ڪئي. اها ڳالهه سندس ٻوڻين ڪلام مان ظاهر آهي.
جنهن جو ذڪر اڳتي هلي ڪيو ويو آهي.

**هندن ۾ سجاڳي ۽ چيتنا**- مهاراجا رنجيت سنگهه
جي صلاح تي سنڌ جي منن، مڙهين ۽ مندرن ۾ شري
گرنٿ صاحب جي ٻــه گڏوگڏ استاپنا ڪئي ويئي ۽
ڪيترن ڪٽنبن مان هڪ جوان سک پڻ ٿيو. جنهن ڪري
مندرن مڙهين ۾ لاڳاپن - ڪيرتن ڪرڻ جي سهوليت
پيدا ٿي سگهي. هندو سماج ڪنهن طرح اپاسنا - آزاد نا
آزاديءَ سان ڪري سگهي. ائين ڪرڻ تي هندن ۾
سماجڪ ۽ ڌارمڪ چيتنا جي جاڳرتيءَ سان گڏوگڏ
سامهوڪ جيون جيئڻ جو پڻ حوصلو پيدا ٿيو.

**ساڌ ٻيلي جي استاپنا**- انهن ئي ڏينهن ۾
جڏهن سچل ۽ نام نهاد صوفين جي اسلامي پرچارڪ
جماعتون هندن لاءِ آزار جو باعث بڻجي رهيون هيون،

نيڪ ٺاڪرهن نيپال جي چوٽيءَ سنت پرش سواميءَ پٽڪيندي
مهراج سنڌو نديءَ جي ايڪ وچم آيل ننڍي ٻيٽ تي
اچي ديرو دمايو ۽ ڌرم جي ڌوڻي دکائي، آشا ۽
امرتا، وشواس ۽ ويرتا جي جوت جڳائي. ٺاڪرهن کان
وري هوم ٿيڻ لڳا. سوڌا ۽ سواها جا وير منتر گونجڻ
لڳا. سنڌو، ها! وساريل سنڌو وري گنگا ۽ گوداوريءَ جهڙي
پوتر ۽ پنيت پاوني بڻي. سکر سنڌ جي هردوار، ساڌ ٻيلو
هندن جي جاترا ۽ پرڀرتا جو مرڪزي استان بڻجي
پيو. هندو هينئر پوري طرح ڪاليءَ رهت پوڄا - پرارٿنا
۽ ڀڄن آرتيون ڪرڻ لڳا. سنڌ جي ايڪ استانن تي
پيا بي هندو گياني - ڌياني، مهنت - مهاتمائون، نرپتا ۽
نمرتا سان گوبند جو گڻ گان ڪرڻ لڳا.

ٽن ٽڪڙن ميرن جي حڪومت ٽن حصن ۾ ورهائي
ويئي. جن جا مرڪز هئا ميرپور - خيرپور ۽ حيدرآباد.
انهن ۾ ڪراچي، دادو، نوابشاهه، حيدرآباد، خيرپور ۽
سکر ضلع اچي ٿي ويا. لعواري، ٻلڙي، ڳڙهوڙ، نئون،
جهوڪ، دراز، ڪنڊڙي، ڀٽياري، هالا، روهڙي ۽ ٻيا
صوفي اسلامي پرچار جا مکيه اڏا هئا.

**سچل جو اسلامي ڦولاءُ - ڪاريه** — شاهه ڪانپوءِ
سنڌ ۾ سچل جو اتارو وڏي ۾ وڏو اسلامي پرچار جو
اڏو هئو. جو پوري سنڌ جي رهبري ڪري رهيو هئو.
ڪيس حڪومت جي پوري پنهنجائي حاصل هئي. هڪ

طرف لاڙو رکندڙ دوارا ليکڻ ڪئي پئي وڃي ته ٻئي طرف
تصوف جي موهيندڙ مفڪر دوارا هندن جي سنسڪارن
کي ڀرشٽ ڪرڻ جو ڪم لهاڻن وڏي پيماني تي جاري
هئو. ان طرح هندن کي ڌرم جي ڄار ۾ ڦاسائي اسلام ۾
آڻڻ واسطي سازشون سٽيون ۽ انهن ڪمن پٺيان
ويئون. ان جي تائيد خود ميان محمد صديق ميمڻ -
سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ چالي نوٽ ڪئي آهي ۽
انيڪ اهڙا مثال پڻ ڏنا آهن. جن جي ڪارڻ مذڪور
حقيقت خود بخود اکين آڏو اچي بيهي ٿي.

## سچل جون رچنائون ۽ انهن جي اهميت -

* سچل جي اڄ تائين هٿ آيل ۽ ڇپيل نظم تي نظر
ڊاٽي ڪندي چئي سگهجي ٿو ته سنڌي ڀاشا ۾ هن
صاحب ڪو خاص گهڻو نظم نه رچيو آهي. ● سچل
اردو، پنجابي ۽ سرائڪيءَ ۾ شعر جي رچنا ڪئي آهي.
ميان محمد صديق ميمڻ طرفان سنڌس ڪتاب ۾ ڏنل،
سچل جي فارسيءَ ۾ رچيل ڪتابن جي لسٽ هن طرح
آهي. (١) ديوان آشڪارا (٢) راز نامه (٣) رهبر نامه (۴)
گداز نامه (۵) تار نامه.

سنڌي ڀاشا ۾ سنڌس هڪ نئين ڪاوِ سنگره

---

* ڏسو سنڌي درسي ڪتاب درجو ڇهون ۱۹۴۰ع ڌاري
سنڌ سرڪار جو ڇپايل.

● سنڌ جي ادبي تاريخ. صفحو ۱۸۷.

"رسالو" نالي موجود آهي - جنهن کي ان حصن ۾ ورهايو ويو آهي.

(۱) رسالو سچل فقير جلد پهريون.

(سنڌي ڪافيون ۽ غزل)

(۲) رسالو سچل فقير جلد ٻيون.

(سنڌي ۽ پنجابي ڏوهيڙا.)

جلد پهرئين ۾ سنڌي، سرائڪي، پنجابي ٻوليءَ جون ڪافيون، غزل، جهولڻا ۽ ريختا آهن جن جو ڪل انداز (۱۳۴۰) هڪ هزار ٽي سؤ چاليهه آهي. جلد ٻئي ۾ ڏهه سؤ حرفيون - (پنجابي ۽ سرائڪي ٻوليءَ ۾) (۱۹۵) پنجابي ڏوهيڙا مرغ نامو، جنهن ۾ (۱۲۵) ڪن سنڌي ڏوهيڙا آهن، وحدت نامو، جنهن ۾ (۱۸۰) مهرڪن وارو ٽڪو سنڌي ڏوهيڙو، سسئيءَ جا بيت، جنهن ۾ ايائي سؤ ڪن سنڌي ڏوهيڙا آهن. مارئيءَ جا بيت، پوڻا ٻه سؤ ڪن سنڌي ڏوهيڙا، مومل جا بيت، ۲۵ ڪن سنڌي ڏوهيڙا، نوري ۽ ڄام تماچيءَ جا مدو سؤ ڪن ڏوهيڙا، روجهه باٻت سترنهن سنڌي ڏوهيڙا، پورب جا بيت ۲۸ ڏوهيڙا، وحدت جا بيت ۳۵ ڏوهيڙا، پورب جا بيت ۲۸ ڏوهيڙا، وحدت جا بيت ۳۵ ڏوهيڙا، حقيقت بيت باٻت ۲۵ ڪن ڏوهيڙا جهولڻا، سسئيءَ ۽ پنهون باٻت. اهڙي طرح ٻئي جلد ۾ سه حرفين سميت ڪل ٻارنهن سؤ ڪن (۱۱۰۰) ڏوهيڙا اٿس. وغيره.

مٿيون رسالا هندستان ۾ موجود ڪونہ آهي. سچل جـو هڪ رسالو ٻڙودا ۾ ڇپايو ويو آهي. ان ۾ ١٠٠ غزل ٥ سي حرفيون ۽ ١٨٤ دوها ڏنل آهن. ٻڙودا واري هن رسالہ ۾ آيل رچنائن ۾ سچل جو نالو ٻـڄ جاٽايل آهي. ان ڪري اهــو سمورو نظم وشواس جوڳو چئي سگهجي ٿو.

**سچل جي فلاسافي ۽ نظريو-** سچل جـي فلسفي بابت ميان محمد صديق ميمڻ لکي ٿو- * ”شاهہ ڀٽائي صاحب ۽ سچل سائين جـي ڪلامن جو مضمون ساڳيو ئي نهج تصوف يعني روح ۽ رب جو تعلق ۽ سچو عشق يا حقيقي عشق. مگر شاهہ صاحب جيڪي روحاني حقيقتون پردي ۽ پوش سان بيان ڪيون آهن، سي سچل سائين بي تڙڪ ٿي کليون کلايون چئي ڏنيون آهن. شاهہ صاحب جو ڪلام درد، سوز ۽ نماڻائيءَ سان ڀريل آهي پر سچل سرمست جــو ڪلام درد ۽ سوز ۽ جرئت (جوش) سان ٽمٽار آهي." ميان ميمڻ وڌيڪ لکي ٿو- ”شاهہ صاحب پنهنجي ڪلام ۾ جيتوڻيڪ طريقت ۽ حقيقت جــو درجو شريعت کان مٿڀرو ڏيکاريو آهي، تہ بہ شريعت جو ادب نوڙ ٽائين رکندو آيــو آهي ۽ جيتوڻيڪ سچو انسان خدا تعاليٰ جي راضپي ۽ وصال حاصل ڪرڻ جو وسيلو طريقت (روحاني عمل) ئي آهي

* سنڌ جي ادبي تاريخ. صفحو ١٨٨.

ته به جسماني عمل يعني روزن، نمازن کي سهڻو ڪم سمجهو اٿس.

جيئن ته:- ساري سڪ سبق، شريعت سنڌو سوهڻي،

طريقت تکو وهي، حقيقت جو جل،

معرفت مرڪ، اصل عاشقن جو،

يعني - روزا، نمازون، اي پڻ چڱو ڪم،

اوکو ٻيو فهم، جنهن سان پسجي پرين کي،

مگر سچل سرمست "دين ۽ ٻـــي دنيا" 'ڪفر' ۽ 'اسلام' جي وچ واري پردائي عشق حقيقي جي آتش سان جلائي فنا ڪري ڇڏي ٿو، چوي ٿو:

هتي ڪفر نه ڪو اسلام، آهي سڀني کي سلام

هادي سائين پاڻ سچل کي، عشق ڪيو انعام

آتما ۽ پرماتما کي هڪ وجود چيو ويو آهي. شاهه به همه اوست چيو ويـــو آهي - مگر نرم ۽ ڳجهن لفظن ۾ اها ڳالهه سچل پڌري پٽ چوي ٿو -

"پل نه پيءُ ڪنهن پل، تون ڪان آدم آهين!"

سچل تصوف جي ان سڌانت جو چڱي طرح ورڻن ڪيو آهي. سندس چوڻ آهي ته سڀ ڪجهه ان (خدا) کان آهي. ۽ سڀ ڪجهه اهو آهي.

"وحدت، ڪثرت هيڪڙي، جنهن منهن ڦير ڏون موڙائون."

يعني، ايڪتا ۽ انيڪتا - بادل ۽ بوندن وانگر آهي.

سچل فقير ايا به اهي صوفيانه سڀ مسئلا پنهنجي ڪلام

۾ بيان ڪيا آهن، جي قديم خواه جديد صورتي جدا جدا
رنگ ۾ ظاهر ڪري ويا آهن.

**ڪافيون** - سچل فقير علم موسيقيءَ سان سنگيت
وديا جي سرن، راڳن ۽ راڳڻين جي نظر سان ڪافي جا
ڪيترائي نمونا ڏنا آهن. اهو ڪو ورلي سر، راڳ يا
راڳڻي هوندي جنهن ۾ سچل فقير هر قسم جون ڪافيون
نه ڏنيون آهن. وڏي خوبي اها آهي جو ڪنهن به
ڪافيءَ کي دل جي مرضيءَ موجب ڪهڙي به سر يا
راڳڻيءَ ۾ ڳائي سگهجي ٿو. هن وقت تائين جيتري قدر
سنڌي ڪلام جي تحقيقات ٿي سگهي آهي، تنهن
موجب چئي سگهجي ٿو ته سنڌ ۾ اڄ ڪلهه جيڪي
ڪافين جا نمونا ڏنا ۽ ڳائبا ۾ اچن پيا، تن جو باني ڪار
سچل سرمست ئي هو ڇاڪاڻ جو ان کان اڳ ڪنهن به
شاعر ايترن نمونن ۽ ايتري انداز ۾ ڪافيون نه ڏنيون آهن.

غزل - ميان محمد اڳتي غزل جو ذڪر ڪندي
لکي ٿو - "سچل فقير جي رسالي جلد پهرئين ۾ غزل
(موزون ڪلام) جو انداز بلڪل گهٽ آهي. جيڪي
سنڌي غزل آهن. تن کي رسالي ۾ ڪافي ڪري لکيو
ائس ۽ جيڪي اردو يا پنجابي ٻولي ۾ غزل آهن تن
کي ريختو نالو ڏنو ائس"...

ٻولي - صديق صاحب سچل جي ٻوليءَ بابت اهڙو
هيئن ٿو بيان ڪري - "سچل سائين پنهنجي ڪلام ۾

سنڌي ٻولي اها ڪم آندي آهي، جا سنڌ جي سري
لاڙي اترين ڀاڱي ۾ ڪم ايندي آهي. شاهه ڀٽائي صاحب
جي، ڪلام واري سنڌي سنڌ جي ڪهڙي به ڀاڱي جو
ماڻهو پڙهندو ته ان کي اها پنهنجي ديس جي رواجي
ٻولي پيئي نظر ايندي، مگر سچل سائين جي ڪلام
واري سنڌي ٻولي ۾ نهوي ورچ سون سنڌ جي عام
ٻوليءَ کان ٻـي طرح ڏسڻ ۾ ايندڙون، جيئن اترادي
ٻولي جو دستور آهي. نموني خاطر ٻه ٽي مثال ڏجن ٿا.

١ـ اوهان ٻاجهون دلبر سائين آهين اداسي **اسي**

٢ـ ڪاڏهين ٻيڙو پير ٿيو، ڪاڏهين ٻولي ٻار.

٣ـ اڄ هوڙن ريءَ هت هاڻ ٻيا ڪير لهن مون **ساران.**

مروج گرامر جي قانون موجب جڏهن زمان حال ۽
مضارع واري فعل جو فاعل ضمير متڪلم هوندو آهي
تڏهن "آءٌ" يا "مان" لفظ ڪم ايندو آهي. مگر اتي
"مون" ڪم آڻيندا آهن. سچل فقير پنهنجي ڪلام ۾
"آءٌ" ۽ مان به ڪم آندو آهي. جيئن:- تنهنجي طالب
آهيان، مون تان ميشاقي. تنهن ڪانسواءِ حرف جر ۽
ظرف مڪان جا لفظ به اترادي ورجس موجب ڪم
آندا اٿس.

* پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي سچل جي ڪاوڙ ڪلا
(علم عروض) بابت چوڻي ٿو -

---

* علم عروض - صفحو ١٢٢. ليکڪ: پروفيسر ڀاوناڻي.

١- سچل جي ڪلام ۾ گھڻن ئي بحرن تي ٻڌل غزل آهن.

٢- مخمس، گھڻن ئي بحرن تي ٻڌل ڪافيون به آهن.

٣- مسدس ڪافين جي بناوت انهن جي انداز ۽ قافيه جي مد نظر ڪي گھڻن ئي روپن ۾ آهي.

۴- مسدس ڪلام سنڌيءَ کان سواءِ ٻين ٻولين ۾ به آهي.

٥- سنڌي کانسواءِ ٻيون هندستاني ٻوليون انهن ۾ چيل مسدس ڪلام کي گڏ رهڻو ڪونهي آهي.

٦- سچل جا ڏوهيڙا گھڻي ڀاڱي ڇند رچنا تي ٻڌل آهن. منجهن ڪي موزون بيت يا قطعون آهن يا نه سو خاطريءَ سان چئي نٿو سگھجي.

٧- علم عروض ۾ سچل بلڪل پوئتي هو. مسدس بحر سڀني سان ڀرپور آهي.

* شري گوبند مالهي چوي ٿو- ”منهنجي نظر ۾ درويشي جامو پهريندي ۽ مذهبي رنگ جي درگاه ۾ رهندي به سچل سنڌي جو پهريون باغي شاعر آهي... سچل ملا ۽ قاضي کي سر جو جواب پٿر سان ڏنو آهي.“

● شري آلم چوي ٿو- ”صوفي شاعرن کان باغي ۾ باغي شاعر سچل جنهن- ”جاڏي راهه رسول جي،

---

* ”شاهه سچل سامي“ صفحو ١٠٠

● ”شاهه سچل سامي“ صفحو ٨۴

ڏاڍي پايان نه "پير" جهڙا بت ٽوڙ پيدا ٿيا ۽ جن مان مولوين کي سنڌس دشمن ڪري ڇڏيو. تنهن خدا ۽ مذهب جي وڏائيءَ ۾ هيٺيان بيٺ جهڙا ڪافي بيت چيا. جنهن مان سندن مجبوري ظاهر آهي:-

— يا رسول الله جي روزي جو مقرر ڪر سلام،
سو ڪندو واهر وطن جي، هي سنڌس آهي انجام
اٺئي پهر اندر ۾ ڪر يار کي وٺهي ياد ميان،
پنجئي وقت نماز پڙهه.. ٽون سر نوائي چئو ڪلام
آهه اڙيان جو آسرو، ميرل مدينئي ۾ مدام،
حامي حشر ۾ ٿيندو چئو تنهن کي ٽون صلوات وسلام،
ابو بڪر ۽ شاهه عمر، عثمان علي ۽ حسين پاڪ
سان ڳڻين ٿي سنڌس گولو الله جو آهي اڪلام.

شري آلم صاحب، صاف صاف لکي ٿو- "سچل جهڙي باغي شاعر کي به الله ۽ مذهب جي اوٽ وٺڻي پيئي."

سچل کي پڌائيندي شري ليرنٽ بسنت لکي ٿو-

"* - سچل ڪنهن جي حڪم وهٽيو نه هو هو ڪنهن به مذهبي يا سياسي نظام جو مطيع نه هو"- اڳتي هلي ساڳئي صفحي تي هو صاحب لکي ٿو-

"سچل اهڙو هيڃڙو، ڪم عقل ۽ ڪمزور شخص نه هو. هو پنهنجي ضمير کي طلاق ڏيئي ٻين جي پٺ نه ونندو هو." وڌيڪ لکيو ويو آهي - "سچل حق پرست

* "شاه سچل سامي" صفحو ۲۵ ۽ ۳۱.

.. آزاد خيال ۽ بي ڊپو شخص واجهه وجهندي به ڪو ڳهولڻو لڳي." پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي پنهنجي ڪتاب "سچل" ۾ صفحي ١٧ تي لکي ٿو.

"سچل جو مذهب "الاهي عشق" هو. جنهن ۾ سڀ مذهبي اختلاف گم ٿيو وڃن. هو صاحب شريعت جي پابندين کان مٿي هو."

* ڊاڪٽر مرليڌر جيتلي پنهنجي ڪتاب ۾ سچل بابت اجهو هيٺين ٿو لکي – "هن شاهه لطيف جي ڀيٽ ۾ عربي پارسي لفظن جو وڌيڪ استعمال ڪيو آهي...... مذهبي پابندين خلاف بغاوت ۽ عشق ولي، حق جي شناس ڪرائڻ اهي ٻه سچل جي ڪلام جا مکيه سر آهن."

**چنڊ چانڊ** – مٿي ڏنل سنڌي ساهتيه جي مشهور اديبن جي لکڻين ۾ ڪابه هڪ جهڙائي نه آهي. سچل جي هر ويچارن کي هر سڄڻ پنهنجي ليکي جاچائڻ ۽ جاچڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. جيڪڏهن مڙني ۾ ڪا سمانتا آهي ته اها آهي فقط "عشق" جي ٽاٽرڪ ورڇن ڪنهن به نه ڪيو آهي. ڪنهن ته ڪو الڳ رايو نه ڏنو آهي. سچل جي ڪلام کي ساهتيڪ درشٽيءَ کان نه ڏسي شرڌا يا سياسي نظر سان ڏٺو ويو آهي. مٿس مڙني ئي شرڌا جا ڦول چاڙهيا ويا آهن. سچل جي شخصيت کي اڳم ئي تسليم ڪيو ويو آهي، شعر تي

---

* سنڌي ساهتيه جو اتهاس (ديوناگري) صفحو ٨٧–٨٦.

نظر ثاني پوءِ ڪٿي ويئي آهي. ۽ سو به ڪنهن درويش
جي وڏائي وڌائڻ يا شخصيت کي چمڪائڻ جي ارادي
يا مراد سان. شرڌالو پيڳن يا صدقي مريدن جي لکيتن
مان ئي صاف ظاهر آهي ته سچل شاعر هيو. صوفي به
هيو. مگر سندس تصوف، اسلام کي ڇڏي ڪجهه به نه
هيو. اسلام، تصوف جي نالي ۾ هيو يا تصوف نالو
اسلام جي پورڻي ڪندڙ هم معنيٰ لفظ هو. سچل بذات
خود اول اسلامي هو. مسلمان هو يا نه، اها ٻي ڳالهه
آهي- مگر ڪتاب قرآن جو پيروڪار ۽ قرآن جي بنياد
تي ٻڌل مذهب جو ڪٽر حمائتي هو. سندس پوشاڪ،
ٻولي ۽ رهڻي ڪرڻي به ڪٽر مسلمان جهڙي هئي.
اسان کي اها ڳالهه ياد رکڻ گهرجي ته هو ودوان هيو.
عربي - پارسي ٻولين جو ماهر هيو. قرآن (حافظ) هيو.
ايران جي شاعرن طرف سندس دل جو لڳاءُ هيو. مڪي
۽ مديني ۾ سندس جهڪاءُ هيو. پيرن، پيغمبرن ۽ حضرت
۾ سندس صدق هيو. اسلام جو خود به خليفو هيو ۽
خلافت جي مايل دستار ٻڌائي ادب سان استعمال
ڪندو هيو. ڪن چند اشعارن ۽ ليکن يا وعظن جي
آڌار تي ڪنهن جي به اهليت جي ڪٿت نه ڪري سگهجي
آهي. تصوف جي تاريخ پڙهائي ٿي ته صوفين، شيعن،
سنين (مسلمانن) جو سنگهرش آدي آهي. ۽ اهو
سنگهرش ايترو خطرناڪ هيو جو هڪ دفعي صوفين جو

ٽالو نشان مٽائڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي هئي. ايران
جي صفوي خاندان جي حاڪمن جو اهو الهاس آهي.
پڙهو آهي ته اهو سنگهرش پيغمبرن، امامن ۽ رسولن جي
تسليمات جي سوال لئي هئو. سڄو ودروهه ڪيو. اها
ڪا هن نئين ڳالهه ڪئي، ائين نه آهي. اها سنڌس
خانداني خصلت هئي ۽ ڪيس پڻ پيل ورثو هئو. سنڌس
بغاوت شخصيت جي هستي جمائڻ ۽ برقرار رکڻ واسطي
هئي. اها بغاوت سنڌس نجي مهتا، اصول پرستي ۽
ڪارڻ، مخالفتين جي خلاف ناراضپي جو ثبوت آهي.
سڄو مولوين ۽ آخوندن جي اصولن ۽ نشانن جي نه
پر سنڌن وهنوار ۽ شخصي سوارٿي مڙن ورتين جي
مخالفت ڪئي آهي. باقي مذهب اسلام سان واسطو
رکندڙ هر ڳالهه جي حمائت ڪئي آهي ۽ خود به اسلام
جي قدمن ۾ ڪنڌ جهڪايو آهي. هونءَ به هر مذهب
(ڌرم) اصول ۽ عمل جي ٻن رولن ۾ ورهايل هوندو آهي.
سڄو جو اصول ۽ عمل ڪيس اهڙو مسلمان ٿي ثابت ڪن
ٿا. جنهن کي اسلام ۽ ان جي اصولن خلاف ڪابه ڳالهه
پسند نه آهي. الهاس ٻڌائي ٿو ته ايران ۾ شيعا فرقي
وارن سني فرقيوارن جو زور ٽوڙي شيعا فرقي کي ايران
جو راڄ ڌرم ظاهر ڪيو هئو. ساڳئي وقت صوفين کي
سني خواهه شيعا فرقي مان ڪنهن به فرقي ڪڏهن به
پسند نه پئي ڪيو. ايران جي تازي حالتن مان به اها

ڳالهه ظاهر ظهور نظر اچي ٿي. ايران جي اڄوڪي
حڪومت شيعا مذهب وارن کي اسلام ۾ وڌڻ کان ٻيا
مسلمان تسليم ڪرڻ کان بلڪل نابري واري ڇڏي
آهي. پاڪستان ۽ هندستان ۾ ٻنهين ٽولين جا جهڳڙا
به سنين علحدگيءَ جو ثبوت آهن. ايران ۾ صوفين جي
مخالفت جو مکيه ڪارڻ هو- صوفين طرفان شيعا ۽ سني
فرقن جي وروڌن کي پرسپر پاڻ ۾ ملائي تصوف جو
پرچار ڪري ستا حاصل ڪرڻ جي ملين مراد ۽ ان
موقعي پرستيءَ ڪارڻ ٻيا فرقا سنين دشمن بڻجن جنهن
ڪري صوفين ٻين مٿن جو ڪنڊن ڪرڻ وارو نمونو
اختيار ڪيو. اهو ساڳيوئي مخالفتي نظريو ۽ نفرت جا
ڀاوَ، اسهو پڻو ۽ جهڙو ته ڀاشا صوفين جي ڪلام ۾ هرجا
ملندي رهي ٿي. * ساڳئي وقت ٻئي فرقا اسلام کي
مڃين ٿا ۽ اسلام جي وروڌن کي ٻنهي جو به دشمن قرار
ڏين ٿا. سچل ۾ به ان کي ڇڏي ٻي ڪا به علحدگي
ڪانه آهي. هندن ۽ هنديءَ واسطي هر صوفيءَ جي
جيب مان نڪرندڙ لفظ "ڪافر ۽ ڪفر" به ساڳيائي آهن.
لوڪ پريم (عشق روحاني) ان تي پرده پوشيءَ برابر
آهي. سر زمين سنڌ تي تصوف جو ٿيندڙ پرچار ڪندا.
اڻسڌيءَ طرح سني فرقي جي سنڌالتن ۽ اصولن جو ئي

---

* ڏسو: "تصوف يا صوفي مت" (هندي) چندر ڀائي
پانڊي جو.

پرچار ھو. سچل بہ ساڳئي پرپالي آهي- ھو ٻين کان وهنوار جي لحاظ کان نرالو ٿي سگهي ٿو.

اها ڳالهہ بہ اور آهي تہ هو فقير هئو، درويش هئو ڀاوڪ پريمي (عاشق جيوڙو) هئو يا ايشور جو اُپاسڪ (اللهہ لوڪ) هئو! ليڪن سڀ ڪجهہ هوندي بہ هو مسلمان هو، سني هئو، صوفي هو ۽ سڀ کان وڌيڪ قرآن جو پرم اُپاسڪ ۽ نشٺاوان پرچارڪ هئو. شري جيٺمل پرسرام جي لفظن ۾ چئجي تہ هن صاحب قرآن جي آيتن ۽ حديثن جو ڳجهہ کوليو آهي، اهو لفظ بہ لفظ سچ آهي! سچل جو ڪلام بيشڪ قرآن جي پرچار جو هڪ آدرش نمونو آهي. ان ڪري ڪن شرڌالن، خوشامدڙين، موقعي پرستن ۽ مطلبين جي لکڻ جي آڌار تي سچل کي سنت جي آتما يا پاربرهما جو گائڪ قبولي نہ سگهبو. چاڪاڻ تہ نہ رڳو سنڌس وچار ودشي آهن، ليڪن وچار ڪرڻ جو طور طريقو، پرڪرتا جو آدرش، ڪلا جا ساڌن (عروض) رس وغيره سڀ بہ ودشي آهن. وڌاءُ جي لحاظ کان انهن جو مختصر ذڪر ئي جائز آهي. سچل خاص طرح شرنگار ۽ ويرُ رس کي ئي اپنايو آهي. سنڌس ڪلام ۾ وصل ۽ وڇوڙو ٻئي بخوبي نظر اچن ٿا. خيالي اوچ ۽ مطلب جي مڌرتا اٿس. ليڪن ان ۾ عربي- پارسي روايتن انوسار ڀاشا ۽ ڀاون جو استعمال ڪيل آهي جيئن پرشين جي ويوگ ۾ ورهہ جو ورڻن ڪندي لکي ٿو:"

"رت روئڻ راتو ڏينهان، آهي ايئن محبوب لاءِ."

مصرع ۾ ڪم آندل لفظ "رت روئڻ" پارليءَ رس
سڃاڻپ مطابق نه آهي. شرنگار رس ۾ (ٻيان رس)
वीभत्स رس گڏڻ روا نه آهي. باقي جيئن هڪ ٻيءَ ڪافي
۾ چوي ٿو، ٻرنديان ڪرڪي آتش دي وچ، مسيحن
سر چڙهيسون - ڪباب جي ڪلپنا ڪرڻ عربستاني رهت
رواج موجب روا آهي. ليڪن پارليءَ سنسڪرتيءَ ۾
گوارا نه ٿي ڪري سگهبو. پارليا ٻه وڌيڪ ڏسو "وچ
درياه لهودي لنهن ڪون، ٿوپا نال ڏيکسون." يعني ته
عاشق جا ٽڪر ٽڪر ڪري انهن کي خون جي درياه
۾ ٿولو ويندو. ان ۾ ٽڪي آهي اهنسا جي ڀاونا ٽڪي
عشق جي سچائي. اما ته عارضي عاشقن جي رهت آهي.
پارليتا ته اهڙي عشق کي عشق قبولڻ واسطي ٻه تيار
نه آهي. ظاهر آهي ته سچل پوري طرح وڏن جي وچارن
۽ سنسڪارن کي ٿي چهٽيل رهيو. صديون سنڌ ۾ رهڻ
ڪانپوءِ ٻه مقدس پارليءَ سنسڪار نه ڇڏي سگهيا. ان مان
سندس ڪٽرتا ۽ وچارن جي دائري جي محدودگي
(تنگ خيال) ٻه ظاهر آهي. ان ڪري سچل کي سنڌ
جي آتما يا پارليءَ درشن جو عيوضي سڏڻ فقط خوش
خوابي يا خوش ڪلامي ٿي چئي سگهجي. اچار، وچار،
وهنوار جي لحاظ کان هو فقط اسلامي پرچارڪ ٿي ثابت
ٿئي ٿو. ڪلام گوئي پرچار جو ساڌن قرار ڪري سگهجي

ٿي. هاڻ ڪيس مسلمانن جو عيوضي ڇڏي سگهجي ٿو.
سچائي قبول ڪرڻ جرئت جو ڪم آهي.

**ڪاويہ، ڪلا، بحر ۽ ڇند.** سنڌي ۾ جن ڇندن جو
استعمال ڪيو آهي، اهي سنڌس ڪلام ۾ شڪ روپ
۾ نہ ٿا ملن. هن هر ڪينڪا، للت پد، چوپائي، وڻ دوها
۽ سورٺا ڇندن جو گهڻي ۾ گهڻو استعمال ڪيو آهي.
ليڪن سنڌي ۾ نقص ظاهر آهي اڻ ڄاڻائي پڻ خودبخود
بکي رهي آهي. پارسي جي جن بحرن ۾ قلم آزمائي
ڪئي اٿس اهن جون خاميون بہ گهٽ ڪان باهر آهن.
هڪ هڪ رچنا ڪي ڪلا جي ڪسوٽيءَ تي ڪسڻ تي
سنڌي جو سمورو ڪلام غير موزون ٺهرائي سگهجي ٿو. ڏسو
مثال هڪ:

١- حسن ٽنهنجو ٿـو اڇـي، طرحون طرح ڏيکار ۾،
هڪ هڏين آئين وري، ڪنهن شوق مون بہ شمار ۾.

شعر جي هيءَ مصرع ۾ ڇند ڀنگ ٿيڻ ڪري رواني
رڪجي وڃي ٿي. ۽ ان ڪري ڪاويہ جو رس حاصل
نہ ٿو ٿئي. مثال ٢:

اگـم اکڙن کـي، سدائين آهين،
سي ڪيئن اوڳائين، جن کي اثر اوهين جا.

مٿيون مثال سورٺا ڇند جو آهي. ان جي پهرئين مصرع
۾ ٻيهڪ جي نشاني برابر جڳهہ تي آيل نہ آهي. ٻيهڪ
جي نشاني اکڙن لفظ ڪان پوءِ اچڻ کپندي هئي. اِي

مصرع ۾ "جن کي" لفظ وڌيڪ آيل آهن. جن ڪري ماترائن جي سنکيا وڌي وڃڻ ڪري ڇند اشد ٿي پيو آهي. قانون (نيم) جي ڀڃڪي ڀڃي ڇڏي اٿس.

**وچارن ۾ اسمانتا** - سچل جي وچارن ۾ هڪ جهڙائي نظر نه ٿي اچي. سندس وچارن جي واٽن ۾ انيڪ ور-وڪڙ نمايان آهن، سچل جهڙن سنت سروپ جو ورڻن ڪرڻ لئي چاهيو ان جي هڪ جهلڪ کان جهڙپجي هو اهڙي قدر حيرت ۾ پئجي ويو آهي جو ان جو پورو بيان نه ڪري سگهيو آهي. ليڪن همت ڪري هن جڏهن بيان ڪرڻ جي ڪوشش به ڪئي آهي تڏهن اسلامي عقيدن، اصولن، احساس نشانن ۽ سنسڪار ڪيس مڪي، مدني، قبرن، درگاهن ۽ مزارن ڏانهن گهلي ويا آهن. سچل خود به ان جي گواهي ڏيندي چوي ٿو:-

ڪيڙو مست پرين جي ڪٺي ناز مون کي،
وسريا روزو ناهي، ياد نماز مون کي!

ظاهر آهي ته پرينءَ جي عشق ۾ اوت پوت ٿيڻ تي به هو چوي ٿو ته هي (ڪٺي) ڪجهه به آهي ته روزو ۽ نماز مون کان نه وسريا آهن. جنهن ڪري ڪجهه همت آيل به وڃائي ويٺو آهي. هونءَ به صوفي ڪاوه امام پرست هئڻ ڪري خدا جي عيوضي روپ امامن ۽ مرشدن تائين محدود ٿي چڪو هو. اهڙي ڪارڻ هو جو صوفي پاڻ کي امامن جي در جو ڪتو سڏائيندا

هئا. سچل جي مريدن پڻ پاڻ کي "در-شاهه دراز جو ڪتو" سڏائڻ ۾ ڪائي ڪسر باقي نه ڇڏي آهي. اها امام پرستيءَ جي ڇٽي تصوير آهي. ائين ڪندي اهي مذهب جا ڪٽا فقير وڃندا آهن ۽ پاڻ کي ڏنهن سمجهندا آهن. اها دراصل شيعا سمپرادا جي مڃتا آهي. جنهن ڪري ان ۾ ڪا نوائي پيدا نه ٿي سگهي آهي. سموري فيلسوفي شخصي پوڄا ۽ بت پرستي (درگاهه، مزار ۽ پير پرستي) تائين محدود ٿي رهي آهي. سندن ڳجهه جا رازدانيءَ جي ڳالهين ۾ به ڪا ڪشش جا اصليت نه رهي آهي. سنڌ ۾ صوفين جا اوتارا ۽ آستان، عشق پرستي راڳ رنگ جا مرڪز ۽ عاشقن جا اڏا بڻجي پيا هئا. سنڌ ۾ صوفين جو تصوف فقط مسلماني حڪومت کي ٽڪائي (قائم) رکڻ ۽ اسلام جي پرچار جو مکيه ذريعو بڻجي رهيو هئو. سچل جو اوتارو نه سرڪاري ڪرمچارين، عاشقن ۽ اسلامي سڀني مسلمانن جو تمام وڏو اڏو بڻجي پيو هئو.

**سچل جي اهميت ۽ ڏين** - سچل جو سنڌي ساهتيه ۾ درجو طيءِ ڪرڻ کان اڳ، سندس همعصر ۽ ڪانئس اڳين ٽنهي شاعرن جي رچنائن تي به وچار ڪرڻو پوندو. ساڳئي وقت سچل جي شخصيت، ڪارنامن ۽ وچارن جي ڪانئس پوءِ جي پيڙهين تي پيل پرڀاو تي نظرثاني ڪرڻ به لازمي آهي.

**شاهه عنايت بابت** - سچل کان اڳ ۽ شاهه جي وقت

۾ شاهه عنايت جي لاءِ چيو وڃي ٿو ته هو پهريون سنڌي صوفي شاعر آهي جنهن سنڌ جي لوڪ ڪهاڻين کي پرتيڪ روپ ۾ ڪٺي شعر جي رچنا ڪئي. سندس دردناڪ هٿيا بعد سمورو شعر شاهه عبداللطيف جي رسالي ۾ ملايو ويو. ان جي تائيد ميان محمد صديق ميمڻ ۽ شري مرليڌر جيٽلي پنهنجي ڪتابن ۾ ظاهر ظهور ڪن ٿا. شاهه عنايت پنجاب جي مشهور شاعر وارث شاهه وانگر ڪنهن به لوڪ ڪٿا جو مڪمل بيان نه ڪيو آهي. مگر گهربل حصو ڪٺي مقصد جو پورائو ڪيو آهي. * سندس بابت ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي لکي ٿو ــ

"شاعر عنايت پهريون صوفي شاعر آهي. جنهن سنڌ جي چارڻن جون ڳايل مشهور لوڪ ڪهاڻيون ڪٺيون، انهن کي جدا جدا سُرن ۾ دل کولي ڳايو آهي ۽ انهن جي آڌار تي تصوف جا باريڪ نقطا پيش ڪيا اٿائين. اهائي واٽ پوءِ سنڌ جي ممتاز شاعر شاهه عبداللطيف ۽ ٻين صوفي شاعرن ورتي آهي. سنڌي شعر جا مکيه ڪالب- بيت مولود ۽ وايون هن شاعر جي ڪلام ۾ گونا گون خوبين سان چمڪندا نظر اچن ٿا."

سچل کي ته شاهه جو عيوضي ڪري چيو ويندو آهي. هن به لوڪ ڪهاڻين کي پرتيڪ روپ ۾ ڪٺي ڪاوِ جي رچنا ڪئي آهي. جهڙيءَ طرح شاهه قرآن جي آيتن

---

* سنڌي ساهتيه جو اتهاس (ديوناگري) صفحو ٧٥.

جا الٽا ڪيا آهن. ۽ ڪيترائيون اهڙيون لفظ به لفظ ساڳيون
ڪڙيون سنڌي مصرع سان ملنديون آهن. سچل به بلڪل ان
ئي طرح ڪيو آهي. سچل جي رسالي ۾ به اهي وشيه
ملن ٿا جي اڪثر شاهه جي شعر ۾ موجود آهن. جهڙوڪ -
سر ڪوهياري. هن ۾ سسئي پنهونءَ جو ذڪر آهي.
جهڙيءَ ريت شاهه، اُن جي ناپسند عادتن ۽ سڀاءُ جو
ذڪر ڪيو آهي تهڙيءَ ريت سچل به ساڳيو بيان
ڪيو آهي. ٻنهي ۾ ٻولي ۽ عبارت جي هڪجهڙائي
ڏٺي وڃي ٿي. ساڳي ڪار "سرمانگر" ۾ آهي.

جهڙيءَ ريت شاهه سڀ جا روئڻا رنا آهن مالوارن
جي منتظر مدڪا جو ذڪر ڪيو آهي. پسند پکين
جي بي آرامي ۽ بي قراريءَ جو شبد چٽر چٽيو آهي.
بلڪل ساڳيءَ ريت سچل پڻ ڪيو آهي. برسات پوندن
جي برسڻ بعد هر طرف پيدا ٿيل اُمنگ، اُتساهه ۽ آنند
جو بيان سچل به ٺيڪ شاهه وانگر ڪيو آهي. شاهه "سر
مومل راڻو" ۾ گونا گون ورڻن ڪيو آهي مگر سچل،
"سر راڻو" ۾ فقط مومل جي وِرهه جو ورڻن ڪيو آهي.
۽ ڪٿهن هڪ اڌ هنڌ روحاني راهه جي راهين جو
اڻ لکو ذڪر ڪيو آهي. سچل "سر ڪلياڻ" ۾ شاهه
جي "سر ڪامود" وانگر نوريءَ جي نمرتا ۽ ڄام تماچيءَ
جي نوريءَ جي ذات پات پنهن ۽ ڪٽنبن ڏانهن همدرديءَ
۽ دنيا درشٽيءَ جو ورڻن ساڳيءَ طرح ڪيو آهي.

"سر سورٺ" ۾ سچل شاھ جي پيروي ڪئي آھي. ھن ۾ سورٺ جو ورھ ورتن چارڻ، پيچل سورٺ ۽ راءِ ڏياچ جي گفتگو ۽ سوال جواب سچل به شاھ وانگر ڏنا آھن. سچل جي سر ڪيڏاٽ ۾ "عمر مارئي" جو بيان ڪيل آھي. عمر جون وواھ واسطي آزاڏن ۽ مارئي جي ھڪمتا وغيره جي ورتن ۾ به شاھ واري رنگت ظاھر آھي. شاھ جي سر رامڪليءَ وانگر سچل "سر جوڳي" ۾ فقيرن، سنياسين ۽ جوڳين جي رھبري ڪندي ڪين ھدايتون ڪيون آھن. آچار، وچار، وھنوار، لوڪ مرياداء ساڌنا جا نمونا وغيره بيان ڪيا آھن - جن ۾ پڻ سچل شاھ کان علحدگي اختيار نہ ڪئي آھي.

شاھ جيڪو وشد "سر پورب" ۾ ورتايو آھي اھو سچل سر "مالڪوس" ۾ اپنايو آھي. شاھ وانگر سچل به ڪانگ کي سنديش واھڪ پريتم جو پتو آڻڻ واسطي وينتيون ڪري ٿو. ھن سر ۾ ٻنھين شاعرن ملڪ محمد جائسيءَ جي پيروي ڪئي آھي. بلڪل ساڳي نموني جي ٻولي عبادت ۽ جذبات! پروفيسر ڪلياڻ آڏواڻي لکي ٿو ـ "* سچل صاحب پنھنجي ڪافين لوڙي منتشر ڪلام ۾ گھڻو ڪري شاھ وارا سميئي عاشقانہ قطعا آندا آھن....." صاف ظاھر آھي تہ سچل مذھب، درشن (فلاسافي) آچار، وچار ۽ وھنوار جي ھر ڪيتر ۾

---

* سچل صفحو ١٠٢.

شاهه جـي نقش قدمي ڪئي آهي. ٻنهين جي شعر ۾
انداز بيان ۽ ٻوليءَ جو فرق بہ ظاهر آهي. جيڪي
جذبا شاهه ڀاءُ پنهنجي ڀاشا ۾ ظاهر ڪيا آهن، اهي ساڳيا
جذبا ۽ خيال سچل وڏي رس ۾ پرگٽ ڪيا آهن. نہ
ڪا رازداري رکي اٿس ۽ نہ ڪوئي ٻنڌڻ قبوليو اٿس.
سچل جـي شعر گوئيءَ دوارا سنڌي ٻوليءَ ۾ ٽارڻ
لفظن جو گهڻو انداز وڌي ويـو آهـي. مثنوي شڪائي
(عبارت) جو نمونو بہ وهنوار ۾ اچڻ لڳو. ايران جي
مشهور شاعرن، حافظ، رومي، عطار ۽ جامي وغيره جي
وچارن جو بہ پرسپر ڀاوَ انوواد ٿيڻ لڳو.
* آغا صوفيءَ، سچل کي اسلامي شاعر ڪري ڪوٺيو
آهي جو بلڪل ٺيڪ آهي سچل دوارا سنڌي ٻوليءَ
کي وڏو رس ڀري اوج پورڻ ڀاشا ۾ اسلامي دارشنڪتا
(فلاسافي) ملي.

**ايڪتا - سياسي چال** - سچل هندو مسلم ايڪتا
تي بہ وچار ظاهر ڪيا آهن. مگر مان ان کي موقعي
پرستي يا حالتن جي لاچاري سمجهان ٿو. مذهبي خيال
موجب انگريزن طرفان ميرن جـي حڪومت کي ختم
ڪرڻ لاءِ ورتل ڪوشش کي هندن دوارا ميرن خلاف
فرنگين کي ڏني ويندڙ ٻاهرائي ڏسي، حڪومت جي
بچاو واسطي سچل هندو مسلم ايڪتا جـي ڳالهہ ڇيڙي

* سچل - صفحو ١٣٢. فوٽ نوٽ

آهي. جيڪڏهن اُهي نه هجي ها ته انگريزن جي سنڌ ۾ پير ڄمائڻ واري وقت کان اڳ پڻ سچل اُهين ڪجهه هجي ها. ليڪن ڪٿي به اهڙي ڪوشش ڪيل نظر نه ٿي اچي. موت کي ڏسي ناستيءَ کان بچڻ واسطي، هندن جو ساٿ حاصل ڪرڻ لاءِ سچل هڪ سياسي ڪيل ڪيڏو آهي. منهنجو اهو محڪم رايو آهي. ان کان اڳ سچل پڻ هندن لاءِ ايمان سوچڪ لفظ ڪافر جو استعمال دل سان ڪيو آهي. سچل جي ايڪتا واسطي واڪل وائيءَ مان سياسي مطلب پرستي بلڪل صاف ظاهر آهي. هو انگريزن خلاف خون ۽ نفرت پيدا ڪرڻ واسطي چوي ٿو-

— ”اولهه سج نه اُڀري، متان ٿئي اونڌ،
ميڙي ويندءِ مغربي، ٽاريڪيءَ ۾ ٽير،
ڇڏي ويندءِ ڇپرن، ڀولڻ سدا ڀير،
مرد ڏٺن ٿا ماڻ ۾، ماٺڪي ميٺير،
وچهه اٿي وچهه پاڻ ۾، هيڪڙائيءَ جي هير،
ناموري نامير، نيت پو نابود ڪر.

مٿين ٽورڙن مصرعن مان اِي ثابت ٿئي ٿو ته سچل فقط عشق جو گائڪ شاعر نه هو بلڪ سياسيءَ طرح سڀاڳي ۽ رياست جو پوري طرح نگهبان به هو. ان ڪري قبول ڪيو ويندو ته جيستائين ميرائي حڪومت کي پنهن کان ڪو ڊپ ڪونه هو ليستائين سچل تصوف جي اوٽ

۽ اسلامي اصولن جو پرچار ڪري هندن جي سنسڪارن
بدلائڻ جو اُهي ڪم ڪندو رهيو جيئن جلد هنن
برادريءَ ۾ واڌارو ڪري سگهي. پر جيئن هن ڏٺو ته
هندن جي مخالفت سبب ۽ سندس ڏاڍوائي ته اُهڙي
ئي سندس حڪومت ڍهي اچي پٽ پوندي ته هڪدم
ايڪتا جا سر آلاپڻ شروع ڪيائين ۽ ان وقت کيس
ايڪتا جا اصول به نظر اچڻ لڳا.

**سچل درويش يا عاشق شاعر** - سچل کي اڪثر
ڀڳتي مارگي ڪوي چيو ويندو آهي. ليڪن منهنجو
اهو زوردار راءِ آهي ته سچل ڀڳتي مارگي ڪو ڀڳت
ڪوي نه بلڪ عاشق شرنگاري ڪوي هئو. جيئن
هندي جي آدي ڪوي وديا پتيءَ کي راڌا ڪرشن جي
نالي ۾ گيتن رچڻ ڪري ڀڳت ڪوي نه ٿو ڪوئي
سگهجي اهڙي ريت سچل کي به درويش ڪوي نه
مگر عاشق شاعر ئي شمار ڪرڻ گهرجي. ساڳيءَ ريت
پريم جا آلاپ آلاپيندڙ ميران کي جيئن ريتي ڪال ۾
آيل شرنگاري شاعره نٿو سڏي سگهجي تيئن سچل
جي جزوي پرچار شعرن جي فردن کي ڪڍي وشو مانوتا
۽ ويدانت جو گائڪ ڪوي نٿو ڪوٺي سگهجي. ۽ نه
ئي وري کيس دين - مذهب کان پري سيڪيولر (ڌرم
نرپيکش) شاعر ئي تسليم ڪري سگهجي ٿو. البت کيس
اسلام جو عالم ترجمان شاعر قرار ڪري سگهجي ٿو.

**سچل ۽ ڪافي** - ميان محمد صديق ميمڻ سچل کي ڪافي صنف جو جنم ڏاتا ڪري لکيو آهي. مگر منهنجي خيال موجب هن اهو فقط سچل کي اهميت ڏيڻ جي لاءِ ائي ڪيو ته ڏسجي باقي هونءَ اها دعويٰ بي بنياد آهي. ڊو. ڊ. عبدالرؤف ڀٽي جي رچيل مولودن ۽ سچل جي جوڙيل ڪافين جو روپ بلڪل ساڳيو آهي. فرق فقط وشيه جو آهي. مولود ٻنا ساز جي ڪنهن پير فقير جي ڳنا ۾ هڪ ٻئي سر ۾ ڳاتا ويندا آهن ۽ ڪافي الڳ الڳ وشين تي ڪهڙي به راڳ ۾ ڳائي سگهجي ٿي. شري جهمٽمل ڀاوناڻي به مولود کي ئي ڪافي جي ماءُ مڃي ٿو. *

ڏٺو وڃي ته خود سچل به ڪافي ۽ غزل ۾ ڪو فرق نٿي سمجهيو ان ڪري ان سنڌيءَ ۾ رچيل غزل کي ڪافي ۽ اردو پنجابي ۾ رچيل غزلن کي ريختا نالو ڏنو آهي. ان ڪري سچل کي ڪافي جو جنم ڏاتا ڪوٺڻ اجائي خوشامد ڪرڻ برابر آهي. سچل ڪا، نئين چيز نه ڏني، فقط محدود دائري اندر شاه جي پيروي ئي ڪئي آهي.

**همعصر شاعر ۽ سچل** - سچل جي دور جي سماجڪ، آرٿڪ، راڄنيتڪ ۽ ڌارمڪ حالتن جو جائزو ڪندي اهو بخوبي ثابت ٿئي ٿو ته "هندو" جي هستي

---

* علم عروض ليکڪ: جهمٽمل ڀاوناڻي.

ان وقت تائين مائل ٿيا هئي. جنهنڪري هندو
سادو، سنت ميدان ۾ آيا ۽ پئي ته ڪن موت جي منهن
۾ موڪليو پئي ويو. مگر اهو سڀ ڪجهه هوندي به
سنسڪرت پڙهي سنڌي ڀاشا پرمپرا نيٺ ناس نه ٿي
هئي. پرمپرا جو ديپڪ جگمگائڻ وارا به تالا ان وقت
به چمڪي رهيا هئا. هڪ هو حيدرآباد ۾ رهندڙ شري
”دلپت“ ۽ ٻيو ٿٽو شڪارپوري نواسي شري ٻچومل
چندرام لعل.

**سچل ۽ دلپت**- دلپت شد ويدانت سناتنن سان
گڏ وڏو صوفي جي دنوي پرم (عشق مجازي) جو اصول
به اپنايو هو. سندس پرچو ڏيندي مکيه طرح اهو ذڪر
ڪرڻ ضروري آهي ته دلپت، سچل ۽ اسلامي صوفين
جي ڪارگذارين ۽ مشغولين کان نه رڳو واقف هئو ليڪن
پوري طرح سچيت به هئو. اهوئي ڪارڻ آهي جو هن
هڪ طرف پرچار ڪرڻ ۽ هندن کي هيچ سمجهي
ڪافر ڪوٺيندڙ سچل ۽ سچل جهڙن سندس پوئلڳن کي
منهن ٽوڙ جواب پڻ ڏنا آهن.

مثال:- سچل چوي ٿو- ڪفر زلف اسانجو آهي،
منهن سندم اسلام.
(هتي سچل اسلام جي پٺت منهن سان ڪئي ۽
ڪفر (غير اسلامي پٽي) کي وارن سان پيٺيو اٿس.
(اهميت هميشه منهن جي هوندي آهي، نه ڪي وارن

جي.) دلپت اِهي ڪئن جواب ڏيندي پڇي ٿو-

”جي اسلام ٿيو الاهه ڪيئن ته ڪفر ڪٿان ڪيو؟“

ان طرح جڏهن سچل چوي ٿو ”آهه اڙن جو آهي آسرو معول مدائي ۾ مدام.“

تڏهن دلپت، سچل جهڙي مقام (قبر) پرست کان پڇي ٿو-

”جي ڪعبو خانو خدا جو ته ڏيول ڏوھ ڪيو؟“

مطلب اٿس ته اگر ڪعبو حضرت جي حڪم ڪارڻ خدا جو گهر سڏجي ٿو ته ديوتائن جا نواس استان مندر-مڙهيون ايشور جا استان نه آهن ڇا؟ جڏهن شخص پوڄي ٿو تڏهن ديوتائون ڇو نه ٿا پوڄي سگهجن؟

اسلامي لوڪن ۽ صوفي شاعرن جي مڃتا آهي ته سڀ ڪم ايشور جي اڇا سان ٿين ٿا ۽ هو مرضيءَ موجب سمورا ڪم (ڪرم) ڪرائي ٿو. ان اصول کي انڪار ڪندي دلپت پڇي ٿو- ”پاپ پنج جب آپ ڪرائيندا، دوزخ بهشت بڻائين ڪيون“؟ ظاهر آهي ته دلپت جو شعر سڪي عشق يا الذي صدق جي بنياد تي ٻڌل نه آهي. ان ۾ دليل آهي، ترڪ آهي ۽ تتو گيان آهي.

دلپت ته دوها، سورٺا ۽ ٻين انيڪ ڇندن موجب رچنائون رچيون آهن. سندس ڪافيون به مشهور آهن. هو سنسڪرت، عربي ۽ فارسي ڀاشائن جو ودوان مڃيو ويو آهي. هن هندي، سنڌي، سرائڪي ۽ فارسيءَ ۾ شعر جي رچنا

ڪئي آهي. مگر افسوس، سندس ڪلام گهڻو گهٽ ڇپيو
آهي. سندس ظاهر ڪلام مان چئي سگهجي ٿو ته هن
بادليل اڌياتمڪ گيان جو ئي خاص وواهڻ ڪيو آهي.
انهن ڪندي هن ٻين موهيندڙ عاشقاڻا لوڪ ڪٿائن
جو سهارو نه ورتو آهي. سندس ڪلام وقت ۽ حالتن
کان مٿي هـــر مڪان زمان لاءِ آهي ليڪن فقط ٿورو
گيان هئڻ ڪارڻ اهترو مشهور نـه آهي. ۽ ڪنهن حد
تائين بند آهي. سندس وقت ١٧٦٩ کـان ١٨٤٩ تائين
ڄميو وڃي ٿو.

**سچل ۽ روحل** - سچل جـي وقت ۾ ٻيو مشهور
شاعر هو روحل. هن به سنڌي، هندي، سرائڪي، پارسي
۽ اردو ۾ شعر جي رچنا ڪئي آهي. سندس ڪارڻ
به تصوف جو پرچار ڪرڻ هئو. سندس تصوف به اسلامي
تصوف هو. سندس ڏيهانت سچل جي ڏيهانت کان پوءِ
وره اڳ ٿيو هئو. سندس پوئلگ اڪثر راجستان - سنڌ
سرحد واري حصي ۾ پکڙيل هئا. سندس هندي دوها
پنگل شاستر جـــي نيم انوسار بلڪل شڌ آهن. سندس
هندي ڀاشا هندن جـي ڳالهائڻ واري هندي آهي.
سندس اچـار ۾ هندي سنسڪار ظاهر هئا. ليڪن ان
وقت جي ماحول ٿي شاهه ۽ سچل جي اسلامي اثر هئڻ
ڪري هن به هندن واسطي "ڪافر" لفظ جو استعمال
ڪيو آهي. چوي ٿو- "ڪفر ۽ اسلام ۾، ٿا ڳرن اٿنا
پيو." مطلب صاف آهي.

روحل جي مٿين مصرع دوها ڇند جي مصرع آهي. نيم موجب غلط آهي. 'ٿـا' لفظ پورو هجڻ ڪري ماترا سگهيا وڌي وڃي ٿـي ۽ ڇند ڀڃي پوي ٿو. ليڪن اها ويدنا روحل سان نه آهي، ٻين سان پڻ آهي. پوئين عروضيءَ موجب لکڻ ڪري لفظ گھٽائي ۽ ڪي ملائي ڇڏيا آهن. روحل لاءِ تہ اهو چڱي طرح چئي سگهجي ٿو. چاڪاڻ تہ سنڌس حالت ۾ اهڙا مثال تمام گهٽ ملندا. سنڌس للت پد ڇند جو سهڻو مثال پيش آهي-

"شوق شراب، رندا جي مجلس، پل پل دي وچ پيوي."

پارسيءَ ۾ پڻ (فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن فعلن) وزن بلڪل ٺيڪ اٿس. سنڌس ٺيڪ دوهي جو مثال بہ ڏسو-

"پڙهڻ، پرجهڻ ناڻ ۾، وڏو فرق ۽ ڦير،
ڪاڏي منهن محبوب جو، ڪاڏي اڪثر، اير"

سنڌس سڄوري ڪلام ۾ سچل وانگر اسلامي بوءِ نٿي اچي. ڪٿي بہ سچل وانگر نعري بازي بہ نظر نہ ٿي اچي. ڪٽرتا جو تہ نالو نشان گم آهي. ليڪن افسوس! سنڌس نظم اڃا بحث جو محتاج آهي. جو نرڻيہ نہ ٿي سگهيو آهي تہ سنڌس لڳ شعر ڪهڙو ۽ ڪيترو آهي. تنهن هوندي بہ ايترو ضرور چئي سگهجي ٿو تہ هو صاحب ٺيڪ من ۽ نرمل ٻڌيءَ وارو صحيح معنيٰ ۾ ايشور ڀڳت يا خدا ترس، الله لوڪ هئو. ان ڪري ٿـي ان

سچل ۽ شاهه وانگر ڪٿي به ڪا آيت يا حديث جي
سٽ شعر ۾ ڪم نه آندي آهي. ۽ سامي صاحب وانگر
اپنشدي مارگ تان وڌندي اندر مان نڪتل آواز کي
لپي بد (اکري روپ) ڪندو ويو آهي. ان ڪري
فرقيپرستيءَ کان نرليپ شخصيت بڻي رهيو آهي. سندس
هندي شعر ڪيترو موهيندڙ ۽ شڪ آهي ان جو جائزو
وٺڻ به اجايو نه ٿيندو.

چوي ٿو —

जन्म जन्म का दुख मिटा

(अरु) जन्म जन्म का पाप

सब तन पावन हो रहया (जब) दरस्यो आतम आप

جنم جنم ڪا دک مٽا (ارو) جنم جنم ڪا پاپ،

سب تن پاون هو رهيا، (جب) درسيو آتم آپ.

مٿي ڄاڻايل دوهي جي مصرع ۾ پراڪرتي ۾ ڄاڻايل
لفظ ڀريل آهن. لکڻ ٿو گهٽ ڪندڙ نثر وانگر حرف جر يا
حرف جملي جا اهڙا لفظ روزيءَ اندر ڏيڻي پوندا آهن.
ڪٿي پڙهڻ جي وچم رهندي ۽ حڪومت جو سهارو
نه هوندي هو سچل وانگر آهري نه سگهيو. وڏي ڳالهه
نه هن شعر ۾ به لوڪ ڪهاڻين جا عشقي افسانن جا حوالا
نه هئڻ ڪري سندس شعر ڪهڙن خاص ورگ تائين
محدود رهيو.

**ڳرهوڙي ۽ فقيرناز** - سچل جي ئي دور ۾ هڪ ٻيو به شاعر هو جنهن جو نالو هو عبدالرحيم ڳرهوڙي. سندس سموريون رچنائون شريعت ۽ طريقت جي آڌار سان سٽيون ويئون آهن. سندس رچنائن مان ظاهر آهي ته سندس مقصد ئي اسلام جو پرچار ۽ هندن خلاف جهاد ڪرڻ هئو. هو ڪٽر فرقيپرست ۽ بي نور صادق هو. هندو سندس اکين ۾ ڪنڊن وانگر چڀندا هئا. حڪومت جي زور تي هو دل گهريو اتياچار ڪري سگهيو پئي ڪندو به هئو.

ان ۾ دوها - سورٺا ڇندن جي بنياد تي شعر جي رچنا ڪئي آهي. ڪي نمونا پيش آهن -

١- ڪان سڀين ڪون نه فقير، جان سڀين سانگ سيسي جو.

٢- مرڻ پاس ته مهر ٿئين.

٣- سامي ڪنن ڪپاه، ڪن ڪپاه نه ڪاپڙي.

هن اسلام جي نالي ۾ شهيد ٿيڻ چاهيو ٿئي. ان ڪري سندس رچنائن ۾ به بغاوت جهاد ۽ مرڻ مارڻ جون ڳالهيون آهن. سندس ڪم جو ذڪر اڳيان ٿي چڪو آهي. سندس شعر سچل جي ڀيٽ ۾ ڪافي ڦڪو ۽ ڪچو هئو.

**صادق فقير جي شاعري** - سچل جي وقت ۾ صادق فقير جو نالو به خاص طرح اچي ٿو. سندس رسالو به ڏاڍو وڏو آهي. جن موضوعن تي شاه رچنائون

ڪيون آهن. انهن ۾ وڌيڪ ڪري هن دور ۾ رچيل ڪافي، مداحن ۽ مولودن کان سواءِ ڪي وري جمع ڪيون ويون هجن. انهن ۾ وڌيڪ انهن شاعرن جو شعر به ان ۾ جمع ٿيل آهي. ان ڪري هن ڪي ان دور ۾ خاص اهميت حاصل نه آهي.

**فتح فقير** - فتح فقير به سچل جو همعصر شاعر هئو. هن جون بہ رچنائون، ڪافيون، مولودن ۽ مداحن جي روپ ۾ موجود آهن. مگر اهي سڀ فقط شعريت ۽ طريقت بابت هئڻ ڪري ساهتڪ درجي جون نہ آهن. ان ڪري سچل جي پيٽ ۾ ان کي به فقط اسلامي پرچار جي ڪي اهميت ڏئي سگهجي ٿي.

**سيد ثابت علي ۽ ٻيا شاعر** - سچل جي دور جا ٻيا شاعر هئا سيد ثابت علي شاه (١٧٤٠ کان ١٨١٠).

٢- ميان سرفراز خان ڪلهوڙو (حاڪم - ١٧٧٢).

٣- خليفو حاجي عبدالله (١٧٥٣ کان ١٧٩٣) تائين.

انهن ۾ ٻهرائين ڪي مرثيا رچڻ ڪري ادبي اهميت آهي. ٻئي جي فقط هڪ ئي مداح موجود آهي. ليڪن علم عروض لاءِ الهاسڪ دور ۾ رچيل ان رچنا کي ادبي اهميت آهي. ٽئين شاعر به علم عروض جي نيمن موجب رچنائون رچيون آهن. انهن کي سچل جي پيٽ ۾ فقط ادبي تاريخ ۾ ئي اهميت ڏئي سگهجي ٿي.

سامي جو شعر ۽ سچل - سچل جي دور ۾ فقط ساميءَ کي ئي خاص اهميت ڏئي سگهجي ٿي. سامي شڪارپور جو نواسي هئو. ۽ انيڪ ڪارڻن ڪري وڃي امرتسر وسايو هئائين. اتي ئي هن ڪاوڙ ساڌنا آرنڀ ڪئي ۽ پوري بہ ڪئي. ڇيو وڃي ٿو تہ هو سنياس وٺي وڃي اتي رهيو هئو. ليڪن مان ان ڳالهہ کي درست نٿو سمجهان. جيڪڏهن ائين هجي ها تہ هو اسي ورهين جي عمر ۾ پتا نہ بڻجي ها ۽ عمر جي آخرن ڏينهن ۾ گرهستي جيون نہ ڄالي ها. سندس لاءِ مشهور آهي تہ 'شلوڪ' لکي گهڙي (مٽڪي) ۾ وجهندو ويندو هو. مهنجيءَ راءِ موجب ان جا بہ انيڪ ڪارڻ هوندا. جن مان ڪي هيٺيان ٿي سگهن ٿا.

(١) سنڌ پوريءَ ۾ هندن خلاف ڪٽر پڻين مسلمانن جو اتساهو پٽو ۽ ويڙهو ٿاءَ. (٢) مسلماني حڪومت جي ظالم من ورتي. (٣) عبدالرحيم گرهوڙيءَ جهڙن جنونين جو ڏهڪاءُ، رهزني ڪاروائون ۽ جهنگلي روش. ڪجهہ بہ هجي ليڪن اهو صاف آهي تہ ساميءَ جهڙن جيون درشن (زندگي نظريو) کي اپنايو هو ان جي عمل واسطي سنڌ ۾ ڪابہ سهوليت نہ هئي. ڇيو وڃي ٿو تہ زندگي جا پويان ٢٥-٣٠ سال ساميءَ وري اچي سنڌ وسائي هئي. هن سڀ رچنا بہ گروهہ جي نالي ۾ ڪئي آهي. ممڪن هجي ها تہ سندس رچنائون سندس جيون ڪال

۽ ٿي ظاهر ٿي سگهن ها. ليڪن سنڌس رچنائون اڄ
کان سؤ کن سال اڳ، ئي پرڪاش ۾ اچي سگهيون. ان
کان اڳ، ان بابت ڪنهن کي ڄاڻ به ڪانه هئي. سچل
وانگر ساميءَ ڪنهن اڳ، ٿيل جي پيروي نه ڪئي.
خود اپياس دوارا حاصل ڪيل تت گيان کي هن شعري
جامو پهرايو. جهڙيءَ ريت شاهه ڀٽائيءَ شعرن کي 'آيتون'
چيو آهي، تيئن ساميءَ "شلوڪ" چيو آهي. نالي مان
ئي پڌرو آهي ته آيت قرآن جي ڪتن ۽ شلوڪ شاستر
واڪيه کي چيو ويندو آهي. پر جيئن شاهه ۽ سچل جهڙن،
فقط مسلمانن کي نظر ۾ رکي رچنا ڪئي ۽ قرآن جي
رچنائن (آيتن) کي هو بهو سنڌيءَ جي سٽن وچ ۾ رکي
زوريءَ قرآن پڙهائڻ جي **حرڪت** نه ڪئي. ساميءَ
ائين اصل نه ڪيو آهي. اهڙي قدر جو ڪنهن ڌرم
گرنٿ ۾ آيل ڪنهن ڪتن يا شلوڪ جو ڪو سڌو سنئون
ترجمو به نه ڪيو آهي. سنڌ ۾ سنڌس واقفيت اڃا
هن طرح ڏني ويندي هئي. "* - سامي ان جو ويدڪ
مت هو ليڪن هو صوفي هو." ساميءَ بابت مهان محمد
صديق ميمڻ لکي ٿو:
● "سامي ويدانت مٿي جو فقير هو ۽ ڀڳتيءَ

---

* سنڌي درسي ڪتاب درجو ٧١. سنڌ سرڪار جو
ڇپايل ١٩٤٠ع.
● سنڌ جي ادبي تاريخ صفحو ٢٢٨.

ڪلام ۾ آهي ته وحدانيت وارا اصول به ڪم آندا اٿس،
جن جو تصوف ۾ ذڪر نه آهي. ۽ ڪي تصوف وارا
اصول به بيان ڪيا اٿس جي سڀني صوفين عام طرح
پنهنجي ڪلامن ۾ ڏنا آهن. انهيءَ ڪري طرح ڪي
نه تصوف جا اصول، جن جو صوفي درويشن خاص طرح
ذڪر ڪيو آهي، سي ساميءَ پنهنجي ڪلام ۾ بيان نه
ڪيا آهن. جهڙوڪ: "روز مشاق يا روز الست"
**ڪن فيڪون** جو مسئلو، نفي ۽ "اثبات" وغيره
بيان ڪيون، ساميءَ جي وحدت وشواس "پنر جنم" جي
سڌانت کي نرالو ڪري سڏيو آهي. ان مان ٿي تصوف
۽ وحدانيت جو ويڇو (علحدگي) ظاهر آهي. پڌرو آهي
ته تصوف هڪ دوکو هئو، اسلام جو رنگين فريب هئو
يا اندرجال هئو. جنهن ذريعي هندن کي ورشت ڪري
تبليغ لاءِ شروعاتي تياري ڪرڻ جو ڪارڻ ڪيو پئي
ويو ۽ سچل ان جو مکيه بانيڪار هئو. اها بـي ڳالهه
آهي ته، اڻ پڙهيل، انڌ وشواسي، مورڳهل من، ورمي ۽
خود مطلبي اها ڳالهه قبول نه ڪن.

شاه جـي تصوف بابت صاحب ممدوح (Musa
Peravagans) ڪتاب ۾ لکي ٿو – "شاهه صوفي طريقي
جو هڪ فطري شاعر آهي. هن اسلامي تصوف کـي
پنهنجيءَ شاعري جو مکيه موضوع بنايو آهي. ان ڪري
شاه جي پيغام کـي تيستائين پوريءَ ريت سمجهي نه

سکڻ، جيستائين اسلامي تصوف بابت ڪجهه ڄاڻ حاصل نه ڪئي ويئي آهي. *

● شري نارائڻ ڀارتي "سنڌي نظم ۾ تصوف جو دور" ۾ لکي ٿو "جهڙي نموني ويدانت آهي ويدن ۽ شاسترن جو سار (غلط). تهڙيءَ طرح ٿي تصوف آهي اسلام جو جوهر. ويدن جي رمزن جي اپٽار ويد وياس ۾ ٿيل آهي ته قرآن شريف ۾ سمايل راز جو تفسير ورتي صوفي عارفن جي قولن ۾ سمايل آهي."

× مشهور ودوان شري لالسنگهه اجواڻي سامي ۽ شاه بابت هيئن ٿو لکي - ساميءَ جي شعر جي هڪڙي خوبي اها آهي جو اهي سلوڪ مڪاني حوالن کان آجا آهن، يعني شاه جو ڪلام سنڌ جي مڪاني جيون جي جدا جدا پهلن چوڌاري اڻيل آهي، ليڪن ساميءَ جا سلوڪ نه آهن. منجهن سرو وياپي هڪڙ جو انش آهي. ڪجهه عرصي ڪانپوءِ شايد اسانجي اولاد کي شاه جو ڪلام اسانجهت نه ڪري جو ان ۾ سنڌي جيون ڏانهن ڪيل اشارا ۽ سنڌي جيون جون اڪاٽهون سمدن د ماغ ۾ نه وڃن مگر ساميءَ جو شعر ان قسم جي مڪاني حوالن ۽ اشارن سان محدود ٿيل نه آهي اهو اسانجي

---

* "شاه جو چونڊ ڪلام" جي مهاڳ تان - فتح چند واسواڻي

● پارسواسي هفتيوار (بمبئي) ٢١ جولاءِ ١٩٦٣ - صفحو ٣.

× هندواسي ........ (بمبئي) ١٠ اپريل ١٩٦٠.

قوم کي ڀارتي سنسڪرتيءَ سان ڳنڍڻ لاءِ هڪ ڪڙيءَ
جو ڪم ڏيندو ڇاڪاڻ ته مذهب جي اشارا ۽ حوالا
ڏنل آهن سي ڀارت جي ويدانت، فلسفي ۽ ويدانتڪ
سنسڪرتيءَ جا آهن." جو ڪجهه شري اجوائيءَ شاهه
بابت لکيو آهي اها ساڳي حقيقت سچل سان پڻ لاڳو
آهي. هونءَ به ڪنهن ساهتيڪار جي سرشٽتا (مهانتا)
جو بنياد فقط ان جي رچنا تي نه بلڪ ان جو اثر به
آهي. اسين ڏسندا سين ته شري تلسيداس، لوڪ ناٽڪ
جو ڪارڻ "شري رام چرت مانس" (رامائڻ) د وارا
ڪيو ۽ ڀوشيءَ بہ ان کان متاثر ٿي ڪوئي به ليلي -
مجنو پيدا نه ٿيو ليڪن ڌرم، نيتي ۽ مريادا جي گنگادارا
وهڻ لڳي تيئن ئي ساميءَ جي شلوڪن ڪارڻ به ٿيو.
ساميءَ جا شلوڪ (ريگستان ۾ پياس ۽ اُسامت کان پڪندڙ
ڀرمشان ڀراڻين واسطي امرت ڪنڊ (آب ڪوثر) ثابت
ٿيا. ساميءَ جي شلوڪن ۾ ڪنت، آنند، گروائي، شرڌا
ڀڳوت گيتا ۽ پراڻن جا حوالا ڏنا ويا آهن. ٻن ڌرم جي
ٻنهين فرقن هينين يان - مهايان، ۽ انهن مان نڪتل الڳ
پنٿن جي ڪلياڻ ڪاري اصولن کي ڪٺي، اٺ ووڙڇن
(ڇند ڇاڻ) ڪري پرسپر ميل ملائڻ ويو آهي. ڏسو شاهه
لطيف چوي ٿو:- "عقل - مت ۽ شرم، ٽيئي نينهن نهوڙيا"
ٿڌو هن سامي هڪدم عقل کي ترجيح ڏيندي چوي ٿو-
"عقل ۽ عشق، ٻئي ڀر ڀڪيءَ جا." مطلب ته ساڌڪ،

طالب ۽ جگياسوءَ واسطي عشق سان گڏ عقل به لازمي
چيز آهي، ڇاڪاڻ ته مورک کي ته ڪجهه به هٿ پلئه پوڻو
ئي نه آهي. شاهه الله وشواس جي سکيا ڏيندي چوي
ٿو "وسهه انهيءَ وٽ ٿي، جيڪين دعوت ڪئي داڻا"
هٿڻ واڻا، وجهه ته ڏيئي وات ۾." مطلب ته کاڻڻ
واسطي واڄهي وچ چاهي ڪابه چيز موجود نه هجي.
الله تعاليٰ ۾ وشواس رکڻ ته هو سڀ ڪجهه موجود
ڪري ڏيندو. اهڙي غلط ڳالهه جو کنڊن ڪندي سامي
چوي ٿو "ان پاڻيءَ جي نانو سان، اڄ بڪ ڪين لهي،
نڪر پيڇي ڪين ڪو، بڻا پنڌ ڪئي." وغيره. سامي
ان سلسلي ۾ وڌيڪ هيئن به چوي ٿو - "ساڻي سڀ جو
ڏيڻو آهي پرمارٿ پنهنجو". سچ به آهي ته -

अहय मे नहि सिद्दांति कार्यं जिन भवार्थे

يعني اُدم ڪرڻ سان ئي ڪارج راس ٿيندو آهي
۽ نه ڪ مڻورٿ (ڪامنا) ڪرڻ سان. ان طرح اسين
ڏسندا سين ته جٿي سنڌي اسلامي صوفين قرآن جي
بنياد تي نيڪل گيان ۽ ڪرم ڌرمڻ ڳالهين کي ڳايو آهي
اتي سامي گيان، ڀڪتي ۽ ڪرم جو مهتو قائم ڪري
عوام جي اڳيان رکيو آهي. وشو ڪلياڻ جي ڪامنا
سندس شلوڪن مان ظاهر آهي. جيئن شاهه سچل فقط
مسلمانن کي مخاطب ٿي سڀ ڪجهه چيو آهي، سامي
انهن نه ڪيو آهي.

## سچل جو جيون ڪاريه ۽ شعر جو اثر - سچل

جي ڪاوڙ ساڻ نا جو اثر جيڪو پيو ان کي ڪليائڻ
ڪاري چئي نہ سگهبو. ان جي ڪارڻ گڏو گنجو، امرو
غيرو صوفي سمت پڻجي عشق جا مزا وٺڻ لڳو. لفنگا
بہ لاهوتي سڏائڻ لڳا. اهڙا مثال سنڌ جي ڳوٺن ۽ شهرن
۾ عام نظر اچڻ لڳا.

## بيدل - بيڪس جو اُگهاڙو عشق - نام نهاد

صوفي شاعرن ۽ درويشن بيدل ۽ بيڪس جهڙن جا
مثال ان جو ثبوت آهن. بيدل جي صدقي شش شري
گدومل هرجاڻيءَ جي لفظن ۾ - "بيدل ۽ بيڪس کي
عشق جا اوزار ڪونجي نہ نيڪ ٿيندو. ڇاڪاڻ جو هنن
جي ذهن ۾ عشق جي لهر اٿرو ۽ زور ورتو جو روهڙي
جو نميو وڏو عشق ڪرڻ لڳو. جنهن جو نتيجو سٺو
نہ ٿيو. جو ڪيترا تہ فقط حسن پرستيءَ جي لهر ۽ ان
جي ڪيترين خرابين ۾ اڙهي ويا ۽ عشق جو سمنڊ پار
ڪري نہ سگهيا. اها عشق جي لهر سنڌ ۾ سچل سائينءَ
سرمست درازن واري شروع ڪئي هئي پر بيدل ۽
بيڪس ان کي چوٽيءَ تي آندو."

اخلاقي ڪيتر ۾ عشق جيڪا اوندهہ ڪئي اها انهن
عاشقن جي مرشد جي مڪان تي نڪري شبد چٽر روپ
۾ هر اڪ جي اڳيان ظاهر آهي. ليڪن انهن صاحبن،
سچل جي عيوضين جو تصوف ڇا هئو. ان جو بہ ٿورو

جائزو وٺڻ جڳائي. بيدل صاحب ڪيئن قرآن جي آيت پيش ڪندي وڏي فخر ۽ نڙيتا سان مسلمان ٿيڻ لاءِ ڪوٽ ڪري ٿو اهو ڏسو.

"الا الله اثبات ڪر، اهو ٿي ايمان،
"وانت الموجود في الدارين" صح ٿيءُ مسلمان!"

بيدل ڪليو ڪلاڙو صاف لفظن ۾ چوي ٿو ته "آءٌ اناالحق، مسلماني مان ٿيون." مطلب صاف اٿس. * شارڪ شڪ ڇڏي مسلماني يعني (اوچ درجو) حاصل ڪر ۽ اناالحق چئو. ڇاڪاڻ ته قرآن جي آيت هن ڳالهه جي تائيد ڪري ٿي. ته جيڪو اهو ڪندو سو مهانتا کي حاصل ڪندو. ان لاءِ هو پڌري پٽ چوي ٿو ته اچ ۽ اچي مسلمان ٿيءُ ۽ الله جي وشو ويائي طاقت ۾ وشواس رک. بيدل جي اصل مذهب بابت به ● سنڌس ئي شش جي زباني آهي - پڻ پيءُ پٽ ذات جا قريشي ۽ مذهب جا حنفي هئا ۽ جيتوڻيڪ سنت الجماعت ۾ رهندا هئا تڏهن به ڪڏهن ڪڏهن سندن روش شيعن جهڙي معلوم ٿيندي هئي. پيءُ قادري

---

* ديوان بيدل بيڪس - صفحو ٧٩-٥١.

● شارڪ ڇهو ويندو آهي مشرڪ کي. جنهن جو هڪ الله ڪانسواءِ ٻين ديون - ديوتائن ۾ به وشواس هجي. يعني جيڪو "ٻهو ديو" وادي هجي. ۽ اهو صاف آهي ته اشارو هندن ڏانهن آهي. (ليکڪ).

طرفداري جا ثبوت هئا. "

مذهب بابت خود بيدل چوي ٿو × - "آئون شيعو آهيان، ليڪن شيعن وانگر خليفن جي خلاف نه آهيان، مان سڀني آهيان پر فاتح ۽ والي ال ولايت حضرت علي ع جي ٻين خليفن تي فضيلت جو قائل آهيان جو اهي سڀئي حضرت مومن ۽ پاڪ ٿي هئا."

اها ٿي سندس خود زباني. شري گدومل هرجاڻي سندس بابت وڌيڪ اجهو هيئن ٿو چوي - "يعني امير معاويه کي دوست نٿو رکي ڇاڪاڻ ته هو خدا ۽ سندس پوئلڳن پنج تن جو دشمن هو. اهڙي يزيد ۽ سندس قوم تي لعنت ڪري ٿو. ۽ هن جو وطن دوزخ يعني نرڪ آهي. جيڪو ماڻهو انهيءَ عقيدي کان منڪر رهي ٿو ته بيدل سائين فرمائين ٿا ته رب ۽ ان مان راضي نٿو رهي. مذهب جي مٿين عقيدي تي اعتبار به آڻيندي فقير بيدل محرم جي مهيني ۾ ماتم ڪندا هوا....!"

شري گدومل ان جي ثبوت طور بيدل جو پارسي نظم مثال طور پيش ڪيو آهي!؟

سچل جي هڪ بيت مان پڻ سائين وشواس جهلڪي رهيو آهي ۽ تصوف هڏڪيون ڪائيندو نظر اچي رهيو آهي. سچل چوي ٿو -

"پنج تن پاڪ صحابت هنڌي، حسن حسين امام،

---

× بيدل بيڪس جو رسالو - صفحو ٥١.

بخشش ڪرڻ عشقان ٿي وڃي، جنت جاءِ مقام.

سچل جا پنج تن آهن: حضرت محمد، علي، فاطمہ
حسن ۽ حسين. سچل کي سرڳ (جنت) ۾ جاءِ کپي اهو
مسدس شعر مان ظاهر آهي. جاءِ وٺي ڏيڻ وارا پنج
پاڪ تن آهن. ياد رکڻ گهرجي ته اسلامي دنيا ۾ انهن
جو اهو ساڳيو درجو آهي جيڪو هندو مت موجب پنجن
امر آتمائن جو پد آهي. جن ۾ هنومان، اشوٿاما ۽ پرشرام
وغيره اچي وڃن ٿا. ليڪن صوفي صاحب فقط وڏڻشي
تن ٿي سمرپندا رهن ٿا. اسلام جي عقيدت ۽ مذهبي
عشق ان مان چڱي ريت ڇٽو نظر پيو اچي- ڪو نابين
نه ڏسي سگهندو هجي ته اها نرالي ڳالهه ڇٽي!

هتي شري گدومل هرجاڻيءَ جي اِي سمجهي، الذي
صدق يا مطلب پرستيءَ کي صاف ڪرڻ به لازمي آهي.
هو سچڻ ديوان بيدل ۽ بيڪس جي پوڪا ۾ لکي
ٿو ته بيدل پنهنجو ڪلام ڇپائڻ کان ۽ گڏ ڪري رکڻ
کان منع ڪئي هئي. ڪيس اهو پسند نه هئو ته سندس
ڪلام عام ماڻهن جي هٿ چڙهي. ان لاءِ شري گدومل
ماڻهن کي ڪم عقل ۽ قند فهم چوي ٿو. ساڳي وقت
پاڻ ئي ڀاسي ٿو ته بيدل پنهنجي ڪلام جو سنگره خود
پاڻ ڪيو هئو. ان سنگره ڪيل جلد (دستخط) تي نه
رڳو دستخط (صحيح) ڪئي هئائين ليڪن مهر پڻ
لڳائي هئائين- گدومل جي گفتن مان ئي ڳجهه جو ڳجهه.

جهلڪي پيو. ان ڪري وڌيڪ وياکيا ڪرڻ اجائي آهي.
ان نسخي ۾ بيدل پنهنجي سکيا، عمل، نسل ۽ ويچار
ڌارا بابت ته لکيو ئي آهي. ليڪن پنهنجي زندگيءَ
جي ڪيترن گهٽنائن جو به ذڪر ڪيو آهي.

درويشيءَ جو دم اڳي خود ڪشي ڪندو نظر
اچي پيو. باقي عقيدت سو ته اسلام تي ايمان آڻڻ واري
ڳالهه آهي. **هونءَ به ايمان تي اسلام ٽڪي به**
**نه ٿو سگهي.** ان طرح انڌ وشواس جي بنياد تي ئي
صوفي مت جي عمارت بيٺل آهي. اهوئي ڪارڻ آهي
جو هر شهر ۾ هر هنڌ دليل ۽ تڪ جو اڀاو، شخصي
پوڄا ۽ فضول پٽي جي ئي جهلڪ نظر پيئي اچي.

سچل کانپوءِ يا سندس وقت ۾ مڪتبن، وشواسن، ٻڌل
ٽوڪ نعرن ۽ آچار ۾ ڪنهن به قسم جو فرق ڏسڻ ۾
نٿو اچي. يعني بيٺل پاڻي جو ڍبو هر زمان ۾ هڪجهڙو
پيو پسجي. مطلب ته نالو تصوف، ڪم اسلام جو پرچار!
باريڪ ڇنڊ ڇاڻ ڪندي ڏٺو ويندو ته سنڌ ۾ اهڙن
صوفين جا ٻه فرقا نظر ايندا. ۽ انهن جا ڪم به ان
موجب ڏسڻ ۾ ايندا. فرقا آهن - (١) ڪٽر سني فرقو.
(٢) شيعا فرقو. زور زبردستي، لب لالچ ۽ ترار جي
ڌار ڏيکاري حڪومت جي طاقت دوارا اسلام جو ڪاربه
وڌائڻ پهرئين جو ۽ انڌ وشواس، پرسپر سمپرڪ، ميل -
ميلاپ، سنگيت محفل، دعا سلام ۽ فراخي پيار دوارا

ساڳيو ڪم ڪرڻ - ٻئي فرقي جو ڪم هو.

ٻهرين گروهه ۾ مولوي، آخوند ۽ خليفا اچي وڃن ٿا. ٻئي گروهه (ٽولي) ۾ صوفي لاڪوفي ڪوٺائڻ وارا ٻيا وام مارڳي (عاشق) ٻرچارڪ يا سمت، فقير گادي نشين پير وغيره اچي وڃن ٿا. انهن ٽولين جو مقصد، خواهش ۽ ڪم ساڳيو هئو. انهن گروهن جي شريعت ۽ طريقت جو روپ به ساڳيو هئو - فرق رڳو اهو هو جو ٻهرين فرقو زبردستي ڪرڻ ڪري بدنام هو. ۽ ٻيو فرقو مٺ زبانيءَ (شيرين - ڪلامي) ڪارڻ هندو سماج کي نزديڪ هو. ڪيترن ئي رنگين فريب يا دلڪش دوکو ئي ڪن جي دلربائيءَ جو ڪارڻ بڻجي پيو هو. دل ۽ دماغ جي طرح ٽڪل انسان کي گهڙيون سنگيت محفل ۽ سانت واتاورڻ ۾ وٺهي غم ۽ چنتائن کان ڇوٽڪارو پائي ٿي سگهيا. باقي زندگي جيئڻ واسطي گهربل گيان ۽ ڪلا! **جڏهن اسلام جي ڪنهن به ڪتاب ۾ ڪانه آهي تـ،** صوفين جي اوتارن ۾ ڪيئن نظر ايندا.

**عجيب اُچار نرالا نظارا** - صوفين جي آستانن، مقامن، مزارن ۽ درگاهن خواه مسجدن ۾ وڃو مڙ ڪوئي هڪ نظارو نظر ايندو. جيڏانهن نهاريو تيڏانهن روزو- نماز- بوسه بازي- ياڪر- شاڪر، چمڙ- چمبڙ. قبر وٽ چهاڙ ڦوڪ دعا سلام سان گڏ پير مرشد عربي يا ايراني ولاس وڳي ۾ برجمان نظر ايندو. مارئي جي مير محمد جي

نالي جي پڪار پيئي پوندي. عشق الاهي جي اوٽ ۾ شهوت ۽ سنسڪار پوڄان پساهه کڻندا نظر ايندا. مسلمانن جي فلڪ جي جهلڪ ۽ جنت نشينيءَ جي ذهنيت جو نماءُ نظر ايندو.

هندن جي هيئتا- گونٿي زندگي بي دائي، اداسائي، نيستي ۽ نابودي نظر نما هوندي- ودڀشي پاشائن جي ڪتن، ڏکڻ، دار هضر ۽ سمجهه ۾ نه ايندڙ لفظن جي توڪاري وجهدي ٻڌڻ ۾ ايندي.

ڳالهه ڳالهه ۾ الله ميان جي نالي جي اچارڻ سان گڏ عشق عشق جا آواز ٻڌڻ ۾ ايندا. معشوق، مه-لقا جي حسن و زلف جي جلدي جـون چرچائون هلي رهيون هونديون.

مسلمان سڀ ڪجهه حاصل ڪندا نظر ايندا. هندو سڀ ڪجهه وڃائي به نوڙن-نڀسن ۽ بي غيرتن وانگر ڪلها ڪڙائيندا ۽ هٻوچي هڻندا ڏسڻ ۾ ايندا. شيعا مذهب جي مت موجب سنا سمجهو ۽ پڙهيل انسان به پاڻ کي ”ڪتا“ سڏائيندا. هيڏانهن هوڏانهن چڪر ڏائيندا نظر ايندا. مرشد جي مڪمل ٻ ڪٽيءَ شپ جي ڇاپ هرجا ڇانيل هوندي.

”حڪم پير جـو، رضا الله جي“ هرهنڌ هڪ آواز پيو ٻڌبو ۽ گڏوگڏ نظر ايندو جهاد جو عالم هندو ڀاڄي جي خلاف ”ڪافر ۽ ڪفر“ لفظن جي روپ ۾ مشرڪ

۽ شيطان جي تاج ڪلاهي ۾! هر جڳهه هندو ديو- ديوتائن
جو ناتو ڪٽڻ ڪفر ۾ قرار ڪيو ويندو ڏسبو. ليڪن ميان
الله جي عابدن، غلامن، نوڪرن فرشتن جي نالن تي
سبحان - الله! جي آواز سان گڏ ڪٽر جهولا نظر ايندا.
ٻئي جي پٽن ۾ وسواس رکندڙن کي بت پرستي جهڙي
سندن مذاق اڏايو پيو ويندو هوندو ۽ مسجد جي ڏاڪڻ
درگاه جي چانئٺ ۽ قبر جي ڪنڊ تي نڪ رڳڙڻ وارن
کي پاڪ مومن جي پدوي ڏيئي سندن مان مرتبو وڌائڻ
جون ناپاڪ حرڪتون هرجا جائز، مروج قرار هونديون.

ڇوڪرن جي حسن و جوانيءَ اي حيران حرڪتبازن
کي عشق جو اوتار ۽ درويش چيو ويندو ۽ پڙ نو- خواجه
خضر، اسرافيل، منڪر، نڪير، ازرائيل جهڙن فرشتن جون
گڙ گاٿائون ڳائي واه واه جي ڌوم مچائي ويندي هوندي
۽ هموطن ۽ مهاڏيو جا نالا مذاق جو مرڪز هوندا.

ان طرح هر نموني شستر ۽ شاستر ۽ وهموار دوارا
تبليغ جو ڪارڻ، وڌائڻ جون ٿيندڙ ڪوششون ڇپيون نظر
پيون اينديون. ۽ هر جڳهه ان طرح جو ڪم ڪندڙن کي
ڪٿي مست، ڪٿي المست، ڪٿي مدمست ۽ سرمست
سڏي پڏايو پيو ويندو هوندو.

۽ آخر ۾ - مٿين ڪاي طرح ڪيل نرڪش ڇنڊڇاڻ
مان چڱي حد تائين سچل جي اصلي ڪارڻ ۽ آئينده
تي پيل اثر جو چڱو خلاصو ٿي وڃي ٿو. پر شڪ ائين

چئي سگهجي ٿو- ”سچل تصوف جي لباس ۾ باشعور،
نرالو شاعر هئو. سندس آدرش ۽ رهبري سندس ۾ صوفي
اسلاميت جو سرچشمو، امنگ ۽ اتساه جو مرڪز هئي.

اها ڳالهه حقيقت آهي ته سندس هٿ ۾ تلوار نه
ليڪن الله ميان جي نالي جي تسبيح هئي. قرآن کان
وڌيڪ اعتبار جوڳو ڪوئي ڪتاب سندس لاءِ نه هئو.
ان ڪري هو پنهنجي اصول جي تائيد ۾ ان جا حوالا
وڏي فخر سان ڏيندو. مثال:-

”تون ئي پڙهندڙ، تون ئي ڏسندڙ شاهد آهي قرآن،
ناهي شڪ گمان، سچو سائين هيڪڙو.

اهڙو بابت وڌيڪ ڪلپنا هن کان نرالي آهي، اها
ڳالهه وسارڻ نه گهرجي. ڪيترن واري رات به سچل ساڳي
اپنائي آهي. البت ڳالهه چوڻ جو طريقو سڀ جو پنهنجو
پنهنجو ٿئي ٿو. سچل جو به ائين آهي. چوي ٿو-

”نرڙين لات منات، نه پوڄاري پٿر ٿئين.“

ايتياس ڪندي ڏسبو ته سندس اهو چوڻ ڪيترو
نه غير علمي هئو. ڇاڪاڻ ته پاڻ قبرن (درگاهن) جي
زيارت ڪرڻ ويندو هئو. مان ڪيس اسلام جو ڪٽر پٽئي
۽ آدرش پيروي ڪندڙ سڏيو آهي. ان ۾ سندس مهانتا
سمايل آهي. هونءَ به آدرش هيڻ زندگي به ڪا زندگي
آهي؟ چاهي اها هندوءَ جي هجي چاهي مسلمان جي.
سڄو ترم پالڻ کان مٿي پيو ڪجهه به ڪونهي. جيڪو

پاڻ سان سچو آهي اهو ئي ٻين سان سچو ٿي سگهندو آهي. جو خود سان وفادار ناهي، اهو ٻين سان ڪهڙي وفاداري ڏيکاري سگهندو. (هندو ئي پنهنجي ڌرم سان غداري ڪندو آهي).

ان ڪري سچل کي فرقي پرست سڏڻ جڳائي، نه ڪي جيئن، هن مذهب جي پوري پيروي ڪئي آهي. ان ڪري کيس "لامذهب" سڏڻ نه گهرجي. پر هڪ سچو مسلمان سڏڻ گهرجي. سچل جي جيون ڪارنامي جو جائزو وٺندي اهو به صاف ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته جتي جتي هو قرآن ۽ قرآني مذهب کان پاسيرو ٿي آزاد چٽن ڪري ٿو اتي اتي ايمانداريءَ سان پوک ڦاڙي، وجود وڃائي پڌائي ٿو-

"اهي ڪفر نه ڪو اسلام- آهي سچن کي سلام!"

انهن سڀني حقيقتن جي مد نظر اهو فراخدليءَ سان چئي سگهجي ٿو ته سچل جو درجو ڪلا جي لحاظ کان دلپت ۽ ساميءَ کانپوءِ لکڻو وڃڻ گهرجي. باقي صوفي ۽ اسلامي پرچارڪ شاعر جي حيثيت ۾ سچل واقعي وڻڻ جو نه آهي. ۽ سندس درجو سندس وقت جي ٻين مڙني صوفي يا اسلامي شاعرن جي ڀيٽ ۾ مٿاهون آهي. جيڪڏهن سندس دور ۾ هندن سان عقوبتون نه ٿينديون هجن ها ته سامي ۽ دلپت به سندس والاگر ڌرمي ڪيتر ۾ پاڻ موکي سگهن ها ۽ سچل کي فقط هڪ

پرچارڪ ۽ مذهبي اڳوان ڪان وڌيڪ مرتبو ماڻي نہ سگهي ها. ليڪن اها سنڌس خوش نصيبي هئي جو دلپت جي زبان ٻنديءَ ۽ ساميءَ جي گمناميءَ ڪارڻ هو اڻترو اُڀري آيو.

سنڌ جي اسلامي حڪومت پڻ سنڌس چمڪڻ واسطي وردان مثل هئي. جنهن جي سهاري سنڌس اهميت ۾ چار چنڊ لڳي ويا.

— سماپت —

گرد ٻو پرنٽنگ پريس - ڪمپرنگر، احمدآباد.

# سوائڪ ليکڪن جا لکيل ليک،

# ڪتاب ۽ مخزنون

١- سنڌي ساهتيہ جو اتهاس - ڊاڪٽر مرليڌر جيٽلي.
٢- سنڌ جي ادبي تاريخ - ڀاڱو پهريون -
ميان محمد صديق ميمڻ.
٣- عطر عروض - پروفيسر جهمٽمل ڀاوناڻي.
٤- سچل - (سنڌي ۽ هندي) - شري ڪلياڻ آڏواڻي.
٥- مظلوم سنڌ - ڊاڪٽر ايم. آر. مائداساڻي.
٦- سنڌي سڀيتا - مهراج دوارڪا پرساد شرما.
٧- سنڌي نثر نظم - سنڌ ڀا اجمير جو ڇپيل (جهونو).
٨- سنڌي ادبي گلشن - سنڌي ادبي بورڊ (اجمير).
٩- سنڌي ڪتاب درجو ٧١٠ - سنڌ سرڪار (١٩٤٠)
ڌاري تعليم کاتي جو ڇپايل.
١٠- ديوان بيدل بيڪس - گدومل هرجاڻي.
١١- شاهه، سچل، سامي - تنهن دنيا طرفان ڇپايل.
١٢- شاهه، سچل جا رسالا ۽ متفرق ڪلام ۽ ڪتاب.
١٣- ساميءَ جا سلوڪ - شري ناگراڻيءَ جا گڏ ڪيل ۽ ٻيا
١٤- قرآن پرڇيد (هندي) - شري ديو پرڪاش
(آريه سماج - وڪلام جو پرڪاش)

١٥- پدماوت جي ڀومڪا (هندي) -
ڀڳت رامچندر شڪل.

١٦- تصوف - انوا صوفي مت (هندي) -
چندر بلي پانڊي.

١٧- روهل جو ڪلام (هندي).

١٨- دلپت جو ڪلام - (هتان هتان هٿ ڪيل)

١٩- گهري پاڻي پيٺ - (هندي) - آچاريه رجنيش.

٢٠- شاهه جو چونڊ ڪلام - فتحچند واسواڻي.

— پارسواسي (هفتيوار) - (٢ جولاءِ ١٩٦٣ع انڪ).

— هندواسي (هفتيوار بمبئي) -
(انيڪ انڪ ١٩٥٢ کان ١٩٧٤ع تائين).

— ماروئي : (ماهوار احمدآباد).

— ليکڪ، جن جي ليکن مان سهائتا ورتل آهي -

١- سرو شري ڄيرامداس دولترام. ٢- ڊاڪٽر موتيلال جوتواڻي. ٣- چمتل پرسرام. ٤- لالسنگهه اجواڻي. ٥- چوهڙمل هندوجا. ٦- گنگارام سمرات. ٧- موتيلال ٻٽاڻي. ٨- ڊاڪٽر نارائڻ ڀارتي. ٩- ڊاڪٽر ڀرسو گدواڻي. ١٠- جڳديش لڇاڻي. ١١- ڀلڊو گاجرا. ١٢- ليکراج عزيز.

● مذڪور ليکڪن جا ليک، ماروئي، پارسواسي ۽ خاص طرح هندواسيءَ ۾ ڇپيل آهن.

# شري ڀمڀا جون رچنائون

- اچي ٿي لات - سوراشٽر يونيورسٽيءَ طرفان سال ۸۱ کان ايم - اي جي ڪورس سال واسطي درسي طور منظور ٿيل.
- جيون راڳ - خلاص ٿيل
- اُڀار - ديوناگريءَ ۾ خلاص ٿيل
- ڏاڏي ڏکڻي لات - انعامي ڪتاب
- روئي چڙي رات - نظم - دستخط (انعامي ڪتاب)
- آءٌ تہ ڳايون - بال ڪهاڻيون

(ٽي مجموعا جلد ڇپجي رهيا آهن.)

- سورن هاڃي سنڌڙي - سنڌڙيءَ جا گيت
- ڀاڳ ڀارت - ڀارت جي ڀڳتن ۽ شهيدن جون ڪرم ڪهاڻيون
- ٻڌا ڏالي - ناٽڪ، ڪهاڻيون/شعري مجموعو
- مهارڏي - چار ڪنڊ سڪاوا.
- سنچل - ڪرشنامڪ تنقيدي مضمون - (ظاهر ٿيل)
- وچار ڌارا - مضمون - ٽي جلد - اڌورو
  ١- شاهہ جي فلسفي تي تنقيدي مضمون.
  ٢- ساهتڪ مضمون.
  ٣- ڌارمڪ ۽ سماجڪ وشين تي مضمون.

*Sachal* ( A Sindhi Poet )

By: **Hasaram P. Sharma 'Piya'**



مختصر واقفيت -

نالو: هاسارام پي. شرما

تخلص: 'پيا'

(ليکڪ - شاعر - چترڪار - شکشڪ - پيڪيٽي ڪارڊ ڪرتا)

ڄمڻ: 6 جون 1935

ڳوٺ وانڍڪ - ضلعو لاڙڪاڻو - سنڌ

ڪم: شکشڪ الڙرام وادهوا ڪئمپ هاءِ اسڪول، ڳوڌرا.

ڪيترا ساهتيه ۽ ۸۰-۸۱ سالن ۾ اڪيڊمي ۾ انعام حاصل

ڪيل گجرات سرڪار جا.

تعليمي لياقت: انٽر آرٽس - راشٽر ڀاشا آچاريه.

(M.A. برابر)

نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهه ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقه رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محله نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي



ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس

## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڌرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهه منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل

موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

